پهريان 8 صفحا ڪٽل آهن۔
ڇپائي جو سال ۽ ايڊيٽر جو نالو نامعلوم آهي۔

پوءِ اسان کي پٽري پٽ حقيقتن جي جائزي وٺڻ ۾ شرم نہ اچڻ کپي، پنهنجين ڪمزورين تي اکيون ڪرڻ سان اهي اوڻايون دور نٿيون ٿي سگهن پاڻ وڌيڪ پختيون ٿيون ٿين. حاصل مقصد تہ ورهن جي غلامي اسان ۾ هڪ قسم جو احساس ڪمتري پيدا ڪري وڌو آهي جنهن کي خود اعتمادي ۾ بدلائي ڇڏڻ گهرجي. خيالن ۾ خلوص ۽ پاڪيزگي، جذبات ۾ ضبط، عمل ۾ همت ۽ بي ريائي، علم ۾ وسعت، اخلاق ۾ بلندي انصاف ۾ غير جانبداري ۽ زندگيءَ جي هر شعبي ۾ خدا جو خوف، اهيئي خصوصيتون آهن جن کانسواءِ انسان توڙي قومن جي زندگي نامڪمل بي روح ۽ ڪچسي ٿي رهي.

خدا جي ڪرم سان اسان جي قوم ۾ ڪيترين ئي صلاحيتون موجود آهن ليڪن آزادي بعد حالتن اسان جي قومي ڪردار جي جوهرن کي ابرڻ جو موقعو نہ ڏنو آهي. ان جو هڪ سبب اسان جي سياست جي نڌڻڪائي ۽ ڪيترن رهنمائن جي بي حسي، خود غرضي ۽ انتشار پسندي آهي.

گذريل اٺن سالن کان جنهن قسم جي سياست اسان جي ملڪ ۾ نشو نما پائيندي رهي آهي ان جو دارو مدار گهٽي ۾ گهٽو جذباتي نعري بازي، هڪ ٻئي تي شڪ شبها ڪرڻ، هڪ ٻئي تي گند اڇلائڻ ۽ پرائين دشمنين ۽ رقابتن کي صوبائي ۽ قومي رنگ ڏيڻ تائين محدود رکيل هو. ان جي مٿان ظلم وري هيءُ بہ هو جو اهڙي اڻنگي سياست جي وس ۾ پارليامينٽري حڪومت جو نظام بہ اهڙو هٿ لڳو، جنهن ٻرندڙ باهہ تي تيل جو ڪم ڪيو. نت نئين روز نيون پارٽيون ميدان ۾ اچڻ لڳيون. هر ڪنهن پارٽيءَ جو پروگرام اهوئي رهيو هو تہ خود اقتدار سنڀالي، وڏن ڪرسين حاصل ڪرڻ جي جنگ، قومي نشان بنجي ويئي هئي. جيڪڏهن توهان مرڪزي پارليامينٽري ۽ صوبائي اسيمبلن جا رڪارڊ ڪڍائي، پڙهو تہ انهن جي هڪ هڪ صفحي پڙهڻ تي توهان جا ڪنڌ شرم کان جهڪي ويندا. هر هڪ اسيمبلي جي هڪ هڪ ڏينهن جي اجلاس تي هزارين رپيا خرچ ٿيندو هو ۽ هر اجلاس جا ڪيترائي هفتا هڪ ٻئي کي گاريون گند ڏيڻ، ڌاڪ ڌوڪ ۽ ڪشتي بازي جي نذر ٿي ويندا هئا، وزارت ملڻ جي لالچ ۾ ٽڙڪو ٽڙڪو معزز ماڻهو بنهين بي‌حيائيءَ سان خدا ۽ رسول جي نالن تي کنيل قسمن کان منهن موڙي پارٽي بدلائي ويندا هئا. وري جڏهن وزارت وسئون نڪري ويندي هئي تہ کنيو ڪلايو قومي منصوبن جي خلاف ڪڙا ٿي بيهندا هئا جي پنهنجي اقتدار جي وقت خود پاڻ تجويز ڪري اٿندا هئا. اهي ڳالهيون اج آڪاٽيون پيون لڳن پر گذريل ڏهن ٻارهن سالن ۾ اسان جو هي غريب ملڪ اهڙي قسم جي سياسي شعبدہ بازين جو نشانو بنيل هو.

اج جڏهن ڪو پراڻو سياسي بقراط معصوميت سان ميدان تي اچي هيءُ دعويٰ ٿو ڪري تہ سائين منهنجا! پراڻو آئين، پنهنجي جاءِ تي نهايت سوزون هو مگر انهيءَ کي سٺي نموني هلائڻ جو موقعو ميسر ٿي نہ سگهيو. اهڙي جهڳي ٻڌڻ بعد سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ انهن مخولن تي کلجي يا ارمان ڪجي. آءٌ انهن کان پڇان ٿو منهنجا لاڏلا! انهيءَ نظام کي ڏاهڻ وارا بہ تہ ترهين هئا تہ وري انهيءَ کي پرکڻ وارا بہ توهان ئي هئا پوءِ ڪهڙو ڪارڻ هو جو اهو نظام اهڙي طرح هلايو جو ساري ملڪ ۾ بدعنوانين جي باهہ ٻري ويئي. قوم تباهي جي غار ۾ اونڌي منهن وڃي ڪري ۽ سڄي دنيا ۾ پاڪستان جي ساک ختم ٿي ويئي. توهان جي سامهون صاف ۽ کليو ميدان موجود هو. گذريل تيهن چاليهن ورهين کان جيڪي بہ نون توڙي پراڻن رهنمائن جا نالا ٻڌندا ٻي آياسين اهي هڪ هڪ ٿي واري سان ڪرسيون والاريندا رهيا پر سيني پاڪستان جي سيني تي گهاءُ تي گهاءُ ڪرڻ کان سواءِ

پيو ڪجهه نه ڪيو. انهن مان هر هڪ پنهنجي پڄندي آهر دانشمندي يا درويشي يا عياريءَ جون ڦڙڪون سنديون پوءِ به هاڻ چيو وڃي ٿو ته انهيءَ نظام کي هلائڻ ۽ آزمائڻ ۾ ڪا ڪسر باقي رهجي ويل هئي؟ توهان پاڻ انصاف ڪريو ته اهڙي پاراٿي ڪيتي جو علاج ڪهڙو رتي سگهجي ٿو؟ اصل ڳالهه هيءَ آهي ته جن ماڻهن جي اکين تي انڌ جا ڪوپا چڙهيل آهن انهن کي ڪير دڳ لائي. آءٌ ته چوندس ته جيڪي ماڻهو اجا اصليت کي نٿا پروڙين تن سان خدا پڄي. باقي اسان جي جاءِ ناهي. ٻري ائين به ٿا داقين ته قومن جي زندگيءَ ۾ ڏه ٻارنهن سال ڪا وقعت نٿا رکن. منهنجي خيال موجب اهي سڀ انهيءَ زماني جا مقولا آهن جڏهن انسان جي رفتار بيل گاڏي کان وڌيڪ نه سگهي هئي پر هاڻي زمانو بدلجي چڪو آهي. هيئر دنيا جنهن انداز سان اڳيان وڌي رهي آهي ان ۾ هر ڏينهن، هر گهڙي، هر لمحو پنهنجي جاءِ تي بنهين قيمتي آهي. غلاميءَ جي دؤر اسان کي اڳهين ڪئين سؤ سال پوئتي ڌڪي ڇڏيو آهي پر هاڻ نه رڳو ان گئون ٿيل وقت جو قدر ڪرڻو آهي مگر تنهن سان گڏ آئينده تيز رفتاريءَ سان ترقي ڪرڻواري دنيا جي دوش بدوش اڳتي به وڌڻو آهي؛ تنهنڪري ناڪام ۽ فرسوده تجربن کي دهرائڻ جو وقت اسان وٽ نه آهي نڪي اسان ٻين جي انڌا ڌنڌ نقل ڪرڻ جو خطرو پاڻ لاءِ پسند ڪري سگهون ٿا، جنهن لاءِ آءٌ بار بار چوندو آيو آهيان.

اسان کي پنهنجي گردوپيش ۽ پنهنجي ماحول جو جائزو وٺڻو آهي ۽ اسان کي ٻين جي ڪتابن بجاءِ پنهنجي پاڪستاني ڪتاب مان جمهوريت جو سبق سکڻو آهي.

جمهوريت جو دارومدار ووٽن جي ڳڻپ تي نه آهي پر ڪوبه جمهوري نظام ايستائين نٿو مڪمل ليکيو وڃي جيستائين سياسي جمهوريت سان گڏ معاشي جمهوريت ۽ سماجي جمهوريت جا پورا حصا ساڻس شامل نه ٿيا آهن. سياسي جمهوريت ته رڳو حڪومت ڪرڻ جو ڏانءُ ٿي سيکاري، ليڪن انسان جي زندگي، حاڪم ۽ محڪوم جي ... حدن کان گهڻو وسيع آهي. سچي جمهوريت اها ٿي ٿي سگهي ٿي جا انسان جي زندگيءَ جي هر پهلوءَ تي حاوي هجي ۽ ان جي ضرورتن جي هر تقاضا کي خوش اسلوبيءَ سان پورو ڪري سگهي. اهڙي جمهوريت ... ٿي نه رڳو سياسي نظام سمجهڻ گهرجي بلڪ اها زندگيءَ جو خود نظام بنجي وڃي ٿي. ان کي هلائڻ لاءِ دل، دماغ، جذبات ۽ تدبر جي گهرج پوي ٿي ... زندگيءَ ۾ اهڙي نموني جو توازن پيدا ڪرڻ گهڻو ... تنهن گهٽ مسلمانن لاءِ مشڪل نه هئڻ کپي، جو ته الله تعاليٰ پاڻ انهن کي ملت وسطيٰ جو خطاب فرمايو آهي.

هونءَ به جيڪڏهن اسين نيڪ نيتيءَ سان اسلامي تاريخ جو مطالعو ڪنداسين ته متوازن همه گير ۽ اعليٰ قسم جي، جمهوريت جو فقط هڪ ٿي مثال اسان کي ملندو، جيڪو آهي خلفاءِ راشدين جو. ڌارين جي تعليم، اثر ۽ انهن جي انڌي تقليد اسان ۾ جو احساس ڪمتري پيدا ڪيو آهي انهيءَ جي ڪري هيئن چوڻ فئشن ٿي ويو آهي ته اسلامي نظام ڪڏهن به ڪامياب نه رهيو آهي. اها اسلام سان هڪ وڏي ناانصافي ڪرڻي آهي، توهين خود ڪٿي ٻڌايو ته انهيءَ نظام کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو نظام آهي؟ جنهن جي وسيلي اک ڇنڀ ۾ اسلامي تهذيب، اسلامي انصاف، رواداري ۽ طرز حيات هڪڙي عالمگير تحريڪ بنجي وئي. جڏهن مسلمانن پنهنجن هٿن سان شاندار نظام ۾ چندبچاڻ شروع ڪئي ته انهن جو شيرازو اهڙو ته موڙهو جو ملت اسلاميه اڄ تائين پنهنجي گنوايل عظمت کي واپس وٺي نه سگهي آهي. ائين ته گذريل تيرهن سؤ ورهين ۾ ڪيترن ئي مسلمان بادشاهن گهڻئي ملڪن تي حڪومت ڪئي پر تاريخ ۾ هي پهريون ڀيرو آهي جو اٺ ڪروڙ مسلمانن کي پنهنجو پاڻ تي حڪومت ڪرڻ جو وجهه مليو آهي. وات ۽ زبان سان ته وڏي شوق سان اسلامي آئين جي رائج ٿيڻ جي دعويٰ ٿا ڪريون پر جڏهن عمل جو سمو ٿو اچي ته اسان پنهنجي روايتن کي ڇڏي ارسطو، سقراط ۽ افلاطون جي فلسفن جو سهارو ٿا وٺون.

[ڏسو صفحو ۴۸]

شيخ ممتاز حسين

# ڳوٺن جي ترقي ۾ خواتين جو حصو

ڳوٺ سڌار تحريڪ جو مقصد ڳوٺاڻن جي نقطهء نظر ۾ تبديلي پيدا ڪرڻ، بهتر زندگي گذارڻ جي حق جو احساس ڏيارڻ ۽ اقتصادي ۽ ثقافتي لحاظ کان ڳوٺن کي وسيع پيماني تي ترقي ڏيارڻ لاءِ ديانتداريءَ سان ڪوشش ڪرڻ آهي. هن پروگرام جو بنياد پنهنجي مدد پاڻ ڪرڻ جي اصول تي رکيو ويو آهي.

تجربو شاهد آهي ته جيڪڏهن ڳوٺاڻن کي پوري امداد ۽ رهنمائي حاصل ٿي وڃي ٿي ته هو ترقياتي پروگرامن ۾ ڪافي شوق سان حصو وٺن ٿا.

ڳوٺاڻين عورتن جي بهبود ۾ ڳوٺ سڌار تحريڪ کي اڃا تائين خاطر خواه ڪاميابي نصيب نه ٿي آهي. ان جو سبب هي آهي ته اسان وٽ انهن خواتين جي ڪمي آهي جيڪي هن ڪم لاءِ موزون آهن. ڳوٺاڻين عورتن جي ترقي جي سخت ضرورت آهي ڇاڪاڻ ته هڪ ڇوڪريءَ جي تعليم هڪ پوري گهر يا ڪٽنب جي اصلاح جو باعث بڻجي ٿي.

رسول ڪريم جن پڻ عورتن کي صحيح مقام ڏيارڻ جي ضرورت محسوس ڪئي هئي. حضرت جن پنهنجي الهامي تعليم ذريعي اهڙا اصول پيش ڪيا جن تي عمل ڪرڻ سان عورتن جي زندگيءَ ۾ انقلاب اچي ويو. رسول ڪريم جي زماني جا عربي ملڪ جديد ڳوٺاڻي آباديءَ کان مختلف نه هئا. انهن عربن جي اصلاح لاءِ جيڪي طريقا استعمال ڪيا ويا هئا سي اڄ به نهايت مفيد ثابت ٿي سگهن ٿا. تنهن ڪري بهتر آهي ته عورتن جي ترقيءَ ڏانهن خاص ڌيان ڏنو وڃي.

ڳوٺن جي آباديءَ جا مکيه مسئلا ٽي آهن، جهالت، بيماري ۽ غربت. انهن ٽنهي مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ عورتون جيڪڏهن مردن جي مدد ڪن ته سڀ ڪجهه ٿي سگهي ٿو.

## تعليم

تعليم جي لفظ کي هتي نهايت وسيع معنيٰ ۾ استعمال ڪيو ويو آهي. هن ميدان ۾ تحريڪ نهايت اهم ثابت ٿي سگهي ٿي. في الحال خواتين ڪارڪن جو تعداد نهايت گهٽ آهي. هر ترقياتي ايراضيءَ جي پندره هزار آبادي لاءِ صرف هڪ ليڊي ورڪر مقرر ٿيل آهي. ڪين هن ڳالهه جي تربيت ڏني ويئي آهي ته هو ٻارن ۽ عورتن کي ڳوٺن جي ترقي ۾ حصو وٺائن. "اپوا" ڳوٺن جي پڙهيل عورتن کي منظم ڪري سگهي ٿي. هي جماعت ماسترائين ۽ سماجي ڪارڪنن کي تربيت ڏيئي ڳوٺن ۾ موڪلي سگهي ٿي. هو ڳوٺ ڳوٺ ۾ وڃن ۽ اسانجو پيغام پهچائن ۽ ڳوٺاڻين عورتن جي مدد ڪن ۽ کين احساس ڏيارين ته سندن صحيح مقام ڪهڙو آهي؟

حصول ـ تعليم جي جذبه کي ته اسين اڀاري چڪا آهيون. هزارين ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون اسان

جي خواتين ڪارڪنن کان تعليم حاصل ڪري رهيون آهن. بالغن جي تعليم جو سلسلو پڻ ڪن ڪن هنڌن شروع ٿي چڪو آهي. پڙهائڻ جي طريقن ۽ ڳوٺن ۾ موزون ادب پيدا ڪرڻ تي تحقيق ڪئي پئي وڃي. مناسب ڪتاب پڻ ڇپايا ويا آهن جيڪي اوهان کي ملي سگهن ٿا. ڳوناڻين عورتن جو خاص تعداد قرآن شريف پڙهي سگهي ٿو. تنهنڪري کين اردو، سنڌي ۽ پشتو جي رسم الخط سکڻ ۾ ڪا دشواري ڪانه ٿيندي. وڏن وڏن شهرن ۾ هزارين خاندان صرف وقتي طور آباد آهن. "اپوا" انهن مان موزون ڇوڪرين کي چونڊي کين معلم ۽ سوشل ڪارڪن جي تربيت ڏيئي سگهجي ٿي. اهوئي طريقو آهي جيڪو خواتين کي قيادت لاءِ تيار ڪري سگهي ٿو.

## قومي صحت

رڳو بيماري کان بچڻ صحت جو نالو نه آهي. صحت نه هجي ته ماڻهو محنت ڪئن ڪندو ۽ روزي ڪئن ڪمائيندو ۽ ملڪ ۽ معاشرو ترقي ڪيئن ڪري؟ اسلام جسم ۽ روح ۾ نادر امتزاج قرار ڏنو آهي. قرآن پاڪ جي تعليم جسم ۽ روح جي سڀني خرابين جو مڪمل علاج آهي. باطني صفائي ۽ ظاهري صفائي کي مسلمان وڏي خوبي تصور ڪن. بقول _ حديث الله تعالى کي پاڪ جسم ۽ پاڪ روح محبوب آهن. اسان کي اسلامي تعليم مطابق ڳوناڻين عورتن کي هدايتون ڏيڻ گهرجن.

## ٻارن جي سنڀال

انساني ڀلائي جي معاملي ۾ سڀ کان وڌيڪ اهميت ٻار کي حاصل آهي. عورت مناسب معلومات کان سواءِ ٻار جي صحيح حفاظت ڪري نٿي سگهي. تنهن ڪري ٻار جي صحت سان گڏ ماءُ جي صحت جو خيال رکڻ بيحد ضروري آهي. اپاهج، گونگا، ٻوڙا ۽ انڌا ٻار به اسانجي ڌيان جا محتاج آهن. مفلس ٻارن جي بحالي هڪ ضروري ڪم آهي. انهن مان اڪثر ٻار گداگري جو پيشو اختيار ڪن ٿا. شهرن وانگر ڳوٺن ۾ به جرم پسند ٻار موجود آهن. تقسيم کان پوءِ معاشرتي نظام کي جيڪو ڌڪ لڳو آهي تنهن جي ڪري جرم پسند ٻارن جي تعداد ۾ گهڻو اضافو ٿي ويو آهي. اهڙن نوجوانن ۽ ٻارن جي ڀلائي لاءِ تحريڪ عليحده ادارا کوليا آهن جن کي توهانجي تعاون جي ضرورت آهي.

## غذائيت

غذائيت جي معاملي ۾ اسان جي غذا اجان تائين نهايت ناقص آهي ۽ هيءَ شڪايت امير ۽ غريب طبقن ۾ عام آهي. هي ضروري نه آهي ته مهانگن کاڌن ۾ غذائيت وڌيڪ هجي ۽ سستن ۾ گهٽ. عام کاڌي جي غذائي خوبين کان اسين سڀ واقف آهيون. ڳوناڻا رسول ڪريم جي پيروي ڪري سڀ ڪجهه حاصل ڪري سگهن ٿا. رسول جن فرمايو آهي ته گوشت سڀني کاڌن کان افضل آهي. کين اڻ ڇليو اناج ۽ جو ڏاڍا پسند هئا. قرآن شريف ۾ ماکيءَ ۽ کير کي بهترين غذا ڪوٺيو ويو آهي. رسول ڪريم جن کير ۾ ٿورو پاڻي ملائي پيئندا هئا جنهن جي ڪري کير جلدي هضم ٿي ويندو هو. ماکيءَ کي رسول جن کير ۽ پاڻيءَ ۾ ملائي کائيندا هئا. کين ميوه نهايت وڻندا هئا ۽ کجور کير سان گڏ نوش ڪندا هئا ۽ کين پاڇيون به پسند هيون. حديث ۾ لکيل آهي ته وهندڙ پاڻي ۽ ساوڪ کي ڏسڻ سان اکين کي قوت پهچي ٿي. هڪ ٻي حديث ۾ گهرن ۽ صفحن کي صاف رکڻ جي تلقين ڪئي وئي آهي. صفائي جو خيال رسول ڪريم کان سواءِ ٻيو ڪنهن به وڌيڪ نه ڪيو. پاڻ فرمايو اٿن ته "جڏهن گهڻي بک لڳي تڏهن کائو ۽ جڏهن ٿوري بک باقي رهي تڏهن بس ڪريو."

مٿي ذڪر ٿيل شهون ڳوٺن ۾ ته عام حمام آهن. خاتون ڪارڪنن ڪي من ڳالهه جي تربيت پڻ ڏني ويندي آهي ته غذائيت کي مدنظر رکي ڪهڙي طرح رڌ پچاءُ ڪيو وڃي.

ڳوٺن ۾ عام صفائي جو ڪم پڻ ٿي رهيو آهي. پڪا رستا بنجي رهيا آهن، نالين ڪوٽيون پيئون وڃن، وڻن لڳائڻ جي مهم شروع ڪئي وئي آهي. چوڪريون چند تارا ڪلبن ۾ ڀهرو وٺي رهيون آهن.

## آرام ۽ تفريح

ڪم ڪاج سان گڏو گڏ آرام ۽ تفريح جو سامان پڻ هئڻ گهرجي. دلچسپ شغلن ۽ خوشگوار صحبتن سان سک چين ۽ آسودگي جو احساس وڌي ٿو. عورتن لاءِ تفريح جون ڳالهيون سندن مخصوص جسماني ساخت ۽ مزاج موافق هئڻ گهرجن. هن ڪم لاءِ لوڪ ناچ ۽ ننڍيون رانديون نهايت موزون آهن. هن ڪان سواءِ کوه سان پاڻي ڀرڻ، جنڊ هلائڻ، فصل لڻڻ، چرخو هلائڻ ۽ ڏڌ ولوڙڻ سان پڻ چڱي ورزش ڪري سگهي ٿي. ڳوٺن جي ترقي لاءِ چند ڳوٺن ۾ عورتن لاءِ مشاورتي مجلسون پڻ بنايون ويون آهن.

## گهريلو معاشرتي سرگرميون

صحتمند گهريلو زندگي صحتمند معاشري جو بنياد آهي. تحقيق ڪئي وئي آهي ته انسان جي تشڪيل ۾ سڀ ڪان وڌيڪ هٿ خاندان جو هوندو آهي. گهر جون چار ديواريون ملڪ جي امن جون ضامن آهن. گهر ۾ ئي ڪردار بنجن ۽ بگڙن ٿا. تنهنڪري گهريلو ماحول ۾ ذمه داري، تعاون ۽ حوصلي جي احساسن کي اپاريو وڃي. عورتن جو سڀ ڪان وڏو ڪم گهر کي آباد ڪرڻ آهي. عورتن کي آزادي ڪان پوءِ ووٽ ڏيڻ، چونڊن ۾ حصي وٺڻ ۽ سرڪاري عهدن تي فائز ٿيڻ جا حق ته حاصل ٿي ويا آهن ۽ هاڻي ڳوٺ سڌار تحريڪ جي اها ڪوشش آهي ته ڪين شهري ذمه داري جو احساس ڏياريو وڃي ۽ هو اسانجي معاشي ۽ معاشرتي تعمير ۾ اسان جو ساٿ ڏين.

نئين پنج ساله منصوبي مطابق، حڪومت وسيع پيمانن تي ڪم ڪرڻ جو ارادو رکي ٿي. حامله عورتن جي مرضن ۽ تڪليفن تي محڪمه صحت غور ڪري رهيو آهي.

## خانداني منصوبه بندي

مسلسل ٻارن پيدا ڪرڻ سان ماءُ جي صحت تي خراب اثر پوي ٿو ۽ قوم جي صحت جو معيار ڪري پوي ٿو. حڪومت منصوبه بندي لاءِ عملي قدم کڻڻ جو فيصلو ڪيو آهي. آمريڪا، انڊونيشيا هندوستان ۽ جاپان ۾ هن ڪم جو آغاز ٿي چڪو آهي. انهن ملڪن جي تجربن مان اسين فائدو حاصل ڪري سگهون ٿا. هن سلسلي ۾ حڪومت تربيتي مرڪز کولي رهي آهي.

## مفلسي

ڳوٺائن جي معاشي حالت سڌارڻ لاءِ سندن ڪمائي جي صلاحيت وڌائي وڃي. گهڻن ئي علائقن ۾ عورتن کي ٻهرن ۽ ٻنين ۾ ڪم ڪرڻو پوي ٿو. جيڪڏهن مردن ۽ ٻارن جي صلاحيتن کي عورتن جي صلاحيتن سان هم آهنگ ڪيو وڃي ته رهڻي ڪهڻي جي حالت بهتر بنجي سگهي ٿي. ڪيترين ئي حالتن ۾ مرد ۽ ٻار عورتن جي بهتر حالت بنائڻ ۾ مدد ڪري سگهن ٿا.

[ڏسو صفحو ۳۸]

 اي. ايس. حامد

[ نفسيات ]

# ڪم، غير موزون ذهن ۽ وڏيل خيال

## ڪم

اسان جي ملڪ جا بيشمار نوجوان هي شڪايت ڪن ٿا تہ ڪين ڪم نٿو ملي. هيءَ شڪايت بہ عام آهي تہ اسان جي ملڪ ۾ ڪم ڪرڻ ۽ جوهر ڏيکارڻ جا موقعا نهايت گهٽ آهن. مٿيون شڪايتون ڪيتري حد تائين صحيح آهن؟ منهنجي خيال موجب انهن شڪايتن ۾ اوتري صداقت آهي جيتري جاڙي واٽي منڊو ٿي هلڻ واري شخص کي پنڌ متعلق ٿي سگهي ٿي. تيز قدم کڻڻ وارو شخص ٽن ميلن جو فاصلو ۴۵ منٽن ۾ پورو ڪري ٿو، پر منڊڪائيندڙ شخص ايتري وقت ۾ اڌ ميل بہ طي ڪري نٿو سگهي. هو ايتري عرصي ۾ ڪافي پيرا ٿڪجي پوندو ۽ پنڌ جي گهٽائي جي شڪايت ڪندو. حقيقت ۾ اها تڪليف منزل پري هئڻ جي ڪري نہ بلڪ منڊڪائڻ يا چال جي خرابي جي ڪري آڏو اچي ٿي. ڪم ناهي ـــــــ ۽ نڪو ڪم ڪرڻ جا موقعا ميسر آهن! اهو بلڪل غلط آهي. ڪم ڪاريگرن کي پيدا نٿو ڪري بلڪ خود ڪاريگر ڪم کي پيدا ڪندا آهن. شروعات ۾ زندگي نهايت سادي هئي. هزارن سالن تائين غارن ۾ بسر ڪئي ويندي هئي. آخر ڪار ڪنهن شخص کي نئين نموني زندگي گذارڻ جو خيال ٿيو. پوءِ!

پوءِ جهوپڙيون بنجي ويون. ڪئين اوزار ۽ هٿيار ايجاد ٿي ويا، ڪم وڌڻ لڳو ۽ گڏوگڏ دنيا جي آباديءَ ۾ اضافو اچي ويو. ڪارخانن لوهار ۽ ڪاريگر پيدا نہ ڪيا. بلڪ لوهارن ۽ ڪاريگرن ڪارخانن کي وجود ۾ آندو. ريل گاڏين انجنير ۽ مڪينڪس پيدا نہ ڪيا بلڪ انهن کين پيدا ڪيو. پر اسان جي هي وڏي بدقسمتي آهي جو اسان ۾ غير موزون ذهنن جو تعداد وڌيڪ آهي. اهي غير موزون ذهن ڪير آهن؟ اهي جيڪي پاڻکي سمجهي نٿا سگهن ۽ جنکي پنهنجي زندگيءَ جي مقصد جي ڄاڻ ناهي. جيڪو ڪم ڪرڻ سکيو نہ آهي ۽ جنهن پنهنجي زندگيءَ کي سڌاريو ناهي سو غير موزون ذهن جو مالڪ آهي. ڪم ڪان سواءِ نڪا خوشي حاصل ٿئي ٿي ۽ نڪو وقت گذري سگهي ٿو. ان ڪري ماڻهو ڪم جي ڳولا لاءِ نڪرن تہ ضرور ٿا پر اهو پوري طرح ختم نٿا ڪري سگهن. هي نڪو ماتحت ٿي ڪم ڪري سگهن ٿا ۽ نڪي ڪين آفيسر ٿيڻ جي ذمہ داري جو احساس هوندو آهي. ننڍڙن ڪمن کي هي ڪم ڪري نٿا ليکين ۽ وڏي ڪم لاءِ مطلوبہ ترتيب ۽ شاگرديءَ لاءِ وٽن صبر ڪونہ هوندو آهي. سماڄ جو قول آهي تہ غير موافق ٿيڻ دنيا جي سڀ کان افسوس ناڪ قسمت آهي. جنهن ملڪ ۾ غير موافق مردن ۽ عورتن جو تعداد وڌيڪ ٿئي ٿو سو وڌيڪ بد قسمت ليکيو وڃي ٿو. ان ملڪ ۾ ڪم گهٽ هوندا. اتي غريبي هوندي ۽ ان جي تهذيب ۾ لطافت ۽ نفاست نہ اچي سگهندي. خيال پست ۽ ماحول ڪنهن نہ ڪم جو هوندو. ڪنهن بہ ملڪ ۾ ڪم گهٽ نٿا ٿي سگهن، پر شرط اهو آهي تہ ڪم ڪرڻ وارا گهٽ نہ هجن. ڪو شخص هنر سکي ٿو. ان هنر ۾ هو ڪمال حاصل ڪري ٿو. هي شخص

ڀين لاءِ ڪم جو وسيلو بڻجي وڃي ٿو. اسان اڳيان هزارين اهڙا مثال موجود آهن. هڪ هنرمند مڪينڪ (مسٽر فورڊ) هڪ ڪروڙ آدم لاءِ ڪم جو وسيلو بڻجي وڃي ٿو. هڪ ايڊيسن (Edison) لکين انسانن لاءِ ونڊر جو سامان پيدا ڪري ٿو. دولت جي سائنس کان واقف ٿيندڙ شخص بئنڪن جو بنياد رکي ٿو ۽ اڄ انهيءَ بنياد تي لکين عاليشان عمارتون نظر اچي رهيون آهن.

## انسان ئي ڪم پيدا ڪري ٿو

ضرورت انهن تربيت يافته ۽ مضبوط خيالن وارن مردن ۽ عورتن جي آهي جن ۾ شوق ۽ جوش جو جذبو گهڻو هجي. غير موافق شخص نظريات ۽ مقصد جي لحاظ کان بلڪل کوکلا هوندا آهن. غير موافق يا اهڙي خواهش کي جنهن جو ڪو ستو هجي ۽ ڪو ڏس، تنهنکي زندگي جو مقصد سڏي نٿو سگهجي، ڇو نه انهن خواهشن ۽ زندگي جي مقصد ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. جذبو انسان کي اڀاري ٿو، تربيت ڏئي ٿو ۽ ڪم ڪرڻ جو اهل بڻائي ٿو. پر خالي خواهش ته انسان کي بي آرام بڻائي ٿي ۽ ساٿين لاءِ حسد پيدا ڪري ٿي. اهي شخص جيڪي ڪو مقصد حاصل هوندو آهي ۽ ڪي تربيت، سي پنهنجن دوستن ۽ ڄاڻ سڃاڻ وارن کان نفرت ڪندا آهن. هو ڪنهن جي تعريف ڪري نٿا سگهن ۽ سڀني کي قصور وار ليکين ٿا. جيئن جيئن زمانو گذرندو وڃي ٿو تيئن تيئن غير موزون ماڻهن لاءِ موقعا گهٽبا ٿا وڃن. جو شخص تعليم حاصل نٿو ڪري يا موقعي جو خيال نٿو رکي سو غير ضروري ٿيندو وڃي. هن لاءِ زندگي ۾ جاءِ نٿي رهي. اهو وقت اچي ويجهو پهتو آهي جڏهن فقط تعليم يافته ۽ تربيت يافته انسان ئي مصروف ڪار ٿيندا. صرف سوچڻ وارا ملڪ جي قسمت بڻائي سگهندا. هن وقت هر نوجوان جي سامهون پنهنجي جاءِ منتخب ڪرڻ جو سوال ڦرندو رهندو. هر شخص کي پنهنجي قسمت پاڻ بڻائڻي پوندي. تقدير ازل کان لکيل نه هوندي آهي بلڪ بڻائي ويندي آهي. جو پاڻ قسمت نٿو بڻائي تنهنکي رهيل سهيل قسمت قبول ڪرڻي پوي ٿي. پنهنجي قسمت منتخب ڪري پاڻکي ان جو مستحق بڻائڻ نوجوانن جو مقصد حيات هئڻ گهرجي. ان مقصد لاءِ زندگي بسر ڪئي وڃي. ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ تعليم ڏانهن توجه ڏيڻ گهرجي ۽ زندگيءَ جا تجربا ڪيا وڃن. جيڪڏهن توهان شاگرد ٿيڻ پسند ڪريو ٿا ته فقط بي.ٽي B.T جي ڊگري حاصل ڪرڻ ڪافي نه آهي. هن متعلق توهان جيترن ڪتابن جو مطالعو ڪري سگهو سو ڪريو. ليڪچر ٻڌو ۽ رسالا پڙهو. هر شاگرد جي هي خواهش هئڻ گهرجي ته هو ڪنهن نه ڪنهن شيءِ ۾ ڪمال حاصل ڪري ۽ جي ٿي سگهي ته تجربن مطابق پنهنجن خيالن کان ٻين ماڻهن کي واقف ڪري. جيڪڏهن توهان تجارت يا ڪو ٻيو ڌنڌو اختيار ڪيو آهي ته ٻيءَ توهان جو فرض آهي ته توهان ان متعلق پنهنجي واقفيت ۾ اضافو آڻيو. ان ۾ ڦير ڦار آڻيو. نوان نوان طريقا سکو. سفر ڪريو ۽ مشاهدا ڪريو ۽ اهڙي طرح پنهنجي ڪم ۾ اضافو آڻيندا رهو. جنهن کي بوٽن جو ڪارخانو کولڻو آهي سو بوٽ ٺاهڻ سکي، بوٽن متعلق هر ڪم کان واقف ٿئي. جنهنکي پبلشر (Publisher) ٿيڻو آهي سو ڀورين پريس ۾ هر هڪ ڪم سکي. هر ڪم ۾ ڪمال حاصل ڪرڻ جي ضرورت ناهي. ڪمپوز ڪري، مشين مٿان ٿئي. ڪاري مس خريد ڪري. ڪاغذ جي واپارين وٽ وڃي، ٻنن جا سودا ڪري. بائنڊنگ سکي. جنهن پبلشر کي انهن سڀني ڪمن متعلق عملي واقفيت هوندي سو شوق سان محنت ڪري نهايت گهڻي ترقي حاصل ڪندو. جنهن شخص کي اهل قلم بڻجڻو آهي سو مطالعه ڪري، ادب جي چند ڇاڻ ڪري، اخبارن جو رپوٽر ٿئي. اخبارن ۾ مضمون لکي، مضمون واپس اچن ته مايوس نه ٿئي. مطالعو ڪندو رهي، لکندو وڃي، اهل قلم وارن کان پنهنجي مضمون جي اصلاح ڪرائي. جنهن ڪم ۾ توهان لڳل آهيو تنهن ڪم ۾ ترقي

حاصل ڪرڻ جا ڪافي امڪان آهن. آمريڪا جي هڪ هاري مسٽر نات جي آکاڻي نهايت حوصلہ افزا آهي. اها ڪهاڻي اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿي هئي. ان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ ڪڏهن ڪو شخص ڪيترو بہ خسيس ڪم ڪري رهيو هجي، هو انڪم کي هڪ وڏي ڪارخاني ۾ تبديل ڪرڻ جي اميد رکي سگهي ٿو.

مسٽر نات نهايت محنتي هاري ۽ ايڪڙ ٻيڪڙ زمين جو مالڪ هو، پر جڏهن هنجو ڪٽنب وڌڻ لڳو تہ پوءِ کيس ڏاڍي تڪليف آڏو آئي. پنهنجي آمدني ۾ اضافي آڻڻ لاءِ هو فرصت جي وقت ڪاٺين ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. هن پوءِ هڪ ايڪڙ زمين مقاطعي تي ڪنئي ۽ ان ۾ ڀاڄيون پوکيائين. هنجي ٻني عام رستي جي ڀرسان ويجهو هئي، جتان هزارين موٽرون لنگهنديون هيون. مسٽر نات رستي تي ڪيبن کولي بير، ميوا ۽ ڀاڄيون وڪڻڻ شروع ڪيون. پوءِ ٿوري عرصي بعد هن هڪ پولٽري فارم بہ کوليو ۽ ماڻهو هن کان پوٽا وغيره خريد ڪرڻ لڳا.

مسٽر نات سمجهي ويو تہ ريزڪي ۽ ٻڌي قيمتن ۾ ڪافي فرق آهي. مسٽر ۽ مسز زال ۽ ٽي ڏيئرون مرغ پچائينديون ۽ بيون شيون رڌينديون هيون. هو صبح جو ئي دڪان کوليندا هيون جن کي جنهن شئي جي ضرورت پوندي هئي تن کي هو مرڪي ۽ کلي ڏينديون هيون. پنجن سالن اندر انهن اتي ڊائننگ هال تعمير ڪيو. پنجين سالين کان پوءِ وٽن ١٢٠ ايڪڙ زمين موجود هئي. انهن مان ٨٠ ايڪڙ صرف بير لاءِ استعمال ڪيا ويا هئا. هر موسم ۾ بير (Beer) مهيا ڪرڻ لاءِ هو بير کي برف ۾ محفوظ ڪري رکندو هو. هيءَ آکاڻي ڏاڍي دلچسپ هئي. مسٽر نات انهن راهگير موٽر وارن کان صرف هڪ سال اندر مرغيون، بيضا، ڀاڄيون، ميوا، پوٽا ۽ سئنڊ وچ وڪڻي ١٦ لک روپيہ وصول ڪيا هئا.

هڪ معمولي هاري جيڪو پنهنجي آمدني ڪري تن ڏيئرن جي پرورش جي قابل نہ هو سو ڪافي خاندانن جو رزاق بنجي ويو. اها صرف وڏيل خيالن جي برڪت هئي!!

هڪ معمولي موچي باٽا ساري دنيا ۾ جتين جا ڪارخانہ کولي رهيو آهي.

جيڪي آهيو سو اوهان آهيو. پنهنجي قسمت جي شڪايت نہ ڪريو. جيڪڏهن توهان موچي آهيو، درزي آهيو يا توهان ڪنهن معمولي دڪان جا مالڪ آهيو، يا توهان ڪنهن پريس ۾ ڪمپازيٽر آهيو ياڪنهن باغ ۾ مالهي آهيو، جيڪي آهيو سي اوهان آهيو. اوهان ترقي سان دامنگير ٿي سگهو ٿا. معمولي حلوائين، شربت پاڻي وڪڻڻ وارن دڪاندارن، حڪيمن ۽ باغبانن اهي بازار ۽ باغ خريد ڪيا آهن، جتي ڪنهن زماني ۾ کين بيهڻ بہ نہ ڏنو ويندو هو.

جيڪو شخص ڪامياب ناهي سو غير موافق آهي. انهن جا خيال غير موافق آهن. انهنجا ڪم غير موافق آهن. امير والدين جي گهر پيدا ٿيڻ جي ڪري يا ڪنهن جي سفارش يا لحاظ جي ڪري ڪنهن عهدي تي فائز ٿيڻ يا ڪنهن بااثر شخص سان گڏ جي چار پيسا ڪمائڻ ڪنهن غير موافق شخص جي بي صبري کي گهٽ نٿو ڪري سگهي.

هيءَ بي صبري صرف هڪئي طريقي سان گهٽ ٿي سگهي ٿي. پنهنجي اجاين ڪندن کي گهڙي موافق ٿيڻ لاءِ رضامندي جو اظهار ڪيو وڃي. ماهرين جي شاگردي قبول ڪئي وڃي. پنهنجي منتخب ڪيل لائين ۾ ننڍي کان ننڍي ڪم ڪرڻ کان گريز نہ ڪئي وڃي.

صرف هن قسم جا شخص ئي قوم لاءِ خوشي پيدا ڪري سگهن ٿا. انهن جون محنتون ملڪ

کي مالا مال ڪري ايندڙ نسل لاءِ ڪم ۽ قابليت جي اظهار جا موقعا پيدا ڪنديون.

پنهنجي ملڪ جي شڪايت ڪندو رهڻ ئي ڪافي ناهي. هي شڪايت ته غير موافق هئڻ جي علامت آهي. جيڪڏهن توهان غير موافق نه آهيو ته پوءِ توهان کي ڪم ملي سگهي ٿو ۽ هن ڪم ۾ مان حاصل ڪرڻ جي گنجائش آهي. آبادي ۾ ڪٿي ڪيترو اضافو اچي وڃي، هڪ ڌنڌي ۾ ڪٿي ڪيترائي ڪاريگر وڌي وڃن، هر هڪ لاءِ پنهنجو مقام ۽ مان موجود آهي. هن مان ۽ مقام تي اهو شخص پهچي سگهندو جنهن،

(١) پنهنجي صحت ٺيڪ رکي هوندي،

(٢) پنهنجي دماغ کي مضبوط بڻايو هوندو،

(٣) ڪو هنر سکيو هوندو،

(٤) ان هنر ۾ ڪمال حاصل ڪرڻ لاءِ ڏينهن رات محنت ڪئي هوندي،

(٥) هر هڪ کي پوري نظر سان ڏسڻ لاءِ پاڙيسرين کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي هوندي،

(٦) جيڪو پنهنجي ناڪامي ۽ افسوس يا ڏک جي ذميداري ٻين تي عائد ڪرڻ کان پرهيز ڪندو هوندو.

اهي جيڪي هنن هدايتن تي عمل ڪرڻ گهرن ٿا انهن کي هي ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته جنهن ڪم ڪرڻ لاءِ سندن طبيعت آماده آهي ان ۾ لڳي وڃن.

جيڪڏهن توهان قلي بنجي ڪم ڪرڻ جي ابتدا ڪريو ٿا ته اتي ٻه وسيع ميدان آهي. وڌيڪ بار کڻڻ لاءِ پاڻکي تندرست ۽ طاقتور رکو. پنهنجي گراهڪن کي خوش رکڻ لاءِ سائن کلي ڳالهايو. ڪنهن به گراهڪ کي ٺڳيو نه. ڪنهن اڻڄاڻ گراهڪ مان ناجائز فائدي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪريو. ڪڏهن به لالچ جو اظهار نه ڪريو. اهڙي طرح توهان ڪاميابي سان هم ڪنار ٿيندا.

جيڪڏهن توهان ٻهاري ڏيندڙ آهيو ته پوءِ ان ۾ به ڪمال حاصل ڪري سگهو ٿا. جو شخص پنهنجن ڪمن کي خوش اسلوبي سان انجام ڏيڻ چاهي ٿو سو پنهنجن اوزارن کي سٺي حالت ۾ رکڻ جي فڪر ۾ رهي ٿو. جيترا بهترين قسم جا ٻهارا يورپ ۾ ايجاد ٿيا آهن سي ٻهاري ڏيڻ وارن جي خواهش جو نتيجو آهن. اهي شخص اهڙي طرح لکپتي بنجي ويا آهن.

ڪوبه پيشو دنيا ۾ ذليل يا ادنيٰ ناهي. يورپ ۾ جيتريون به ڪامياب لانڊريون، بيڪريون ۽ ٻيا دوڪان آهن تنکي ڌوٻين، ڪاسائين، حجامن ۽ حلوائين شروع ڪيو هو، ۽ اڄ اهي ڪروڙپتي بڻيا وينا آهن.

مختصر ته توهان پنهنجي برادري ۽ ڪم ۾ غير موافق نه بنجو. جيڪڏهن هر هنڌ ماڻهو توهان سان مذاق ڪن ٿا يا هر هنڌ توهان جو ڪنهن سان نه ڪنهن سان جهڳڙو ٿي پوي ٿو، جيڪڏهن توهان جي ٻارن سان استاد ٺيڪ نٿو هلي ته ان صورت ۾ جيڪڏهن توهان ٻين ماڻهن کي قصور وار ٺهرائيندا ته پوءِ توهان جي زندگي ۾ رتي ماتر فرق به واقع نه ٿيندو.

دنيا جو قصور ناهي. دنيا آخر دنيا ئي ته آهي. هن ۾ نيڪي ۽ بدي موجود آهي. غلطين جو اقرار ڪريو ڇو ته انسان غلطيون ڪري ٿي سڀ ڪجهه سکندو آهي. اهڙي طرح توهان پاڻ مان خامين کي دور ڪندا ۽ زندگي کي ڪامياب ۽ اثر انگيز بنائيندا.

——O——

ڪي . جي . راڄپر

[ زراعت ]

# غلام محمد بيراج ايراضيءَ ۾ کيتي جي ڪم جي ماهوار ڊائري

غلامحمد بيراج ايراضيءَ ۾ دائمي ۽ موسمي پاڻي سال ٻن ڪان ملڻ شروع ٿي ويو آهي. هي اها ايراضي آهي جنهن ۾ نه فقط مڪاني ماڻهو آباد ڪيا ويا آهن مگر پاڪستان جي ٻين حصن جا آبادگار پڻ. اڳي نه دائمي پاڻيءَ جو انتظام هو ۽ نه وري موسمي پاڻي مهلائتو ميسر هو. ان ڪري هن ايراضيءَ ۾ هڪ ته آبادي گهٽ هئي ٻيو ڪوجنا جا فارم ڪين کوليا ويا هئا. هاڻي جنهن صورت ۾ نوان ماڻهو آباد ڪيا ويا آهن ۽ سيني مڪاني ماڻهن کي مختلف فصلن جي مناسب معلومات ۽ ڪانهي ۽ تجربا ۽ ڍيل ڪونه آهن ان صورت ۾ ضروري سمجهيو ويو ته ٻنهن جي ۽ هن ايراضيءَ جي سمجهدار آبادگار جي تجربي جو فائدو وٺي مڪاني آب هوا مطابق اهڙي قسم جي مفيد معلومات ڪٺي ڪئي وڃي جنهن جي مطالع سان آبادگار آباديءَ جا ماهوار ڪم معلوم ڪري مختلف فصل چڱي نموني سان پوکي، تاتي ۽ لٺي ڪٺي سگهي. هن وقت زرعي کاتي ۾ کوجنا جا فارم کلي رهيا آهن ۽ جيئن جيئن معلومات حاصل ٿيندي ويندي تيئن تيئن اها آبادگارن تائين پهچائي ويندي.

## جنوريءَ جي پهرئين اڌ ۾ آباديءَ جا ڪم:

اڳئين فصل جون ونڌائيون ڪپڻ.

ايندڙ ونڌن واري فصل لاءِ زمين کيسڪيءَ جا هر ڏيڻ.

بصرن جو رونبو ڪرڻ.

ڀاڄائنا پٽانا پوکڻ.

آڳاٽن پٽاٽن جو کوٽڻ.

ڪمند جو لابارو ڪرڻ.

سائي ڀاڄ وارا متر پورڻ.

جولاءِ آگسٽ ۾ رونبو ڪيل تماڪ جو لابارو.

آڌائين تماڪ جو رونبو.

مرچن جا پويان چونڊا ڪرڻ.

ولائتي مترن (پيز) ۾ لابارو.

## جنوريءَ جي ٻئي اڌ ۾ آباديءَ جا ڪم:

ونڌائين ڪپڻ جو ڪم پورو ڪري ڇڏڻ.

ڪمند جي زمين ڏاهي ڳائو، ڀاڪرو ڀاڻ ڏيئي ڇڏڻ.

آڳاٽن تورين ۾ لابارا.

ونڌن واري زمين کي سڪيءَ جا هر.

مرچن جا پويان چونڊا.

آڌائين تماڪ جو رونبو.

ولائتي متر (پيز) ۾ لابارو.

ڀاڄائنا پٽانا پوکڻ.

آڳاٽن پٽاٽن جو کوٽڻ.

سائي ڀاڄ وارا متر پورڻ.

## فيبروري جي پهرئين اڌ ۾ آبادي جا ڪم:

ڪمند پوکڻ.

ڪمند جو لابارو.

جوئن ۾ لابارو.

ولائتي مٽرن ۾ لابارو.

آڳاٽن پٽاٽن جو کوٽڻ.

آڳاٽو بصر کوٽڻ.

سائي پاڻ وارا مٽر پورڻ.

## فيبروري جي ٻئي اڌ ۾ آبادي جا ڪم:

ڪمند پوکڻ.

اڳين موسم جي ڪمند جو لابارو.

جوئن ۾ لابارو.

سره، تورئي ۽ چانهي جو لابارو.

ولائتي مٽرن ۾ لابارو.

آڳاٽن پٽاٽن جو پوکڻ.

آڳاٽو بصر کوٽڻ.

آڏائين جي جوئر پوکڻ.

جن سارين وارين ايراضين ۾ دوباري ڪانهي آن مان هر ڪيڏي پٽا چونبڙي ساڙي ختم ڪرڻ.

## مارچ جي پهرئين اڌ ۾ آبادي جا ڪم:

آمريڪي ونئن جا ريج چڊڻ.

گاه لاءِ آڏائين جي جوئر پوکڻ.

آڳاٽن سرڇن لاءِ ٻج پوکڻ.

نئين ڪمند جو پوکڻ.

اڳئين ڪمند جو لابارو.

ڪڻڪ جو لابارو.

جوئن جو لابارو.

سره، تورئي، چانهي جو لابارو.

## مارچ جي ٻئي اڌ ۾ آبادي جا ڪم

آمريڪي ونئن پوکڻ.

گاه لاءِ آڏائين جي جوئر پوکڻ.

آڳاٽن سرڇن لاءِ ٻج پوکڻ.

نئين ڪمند جو پوکڻ.

اڳئين ڪمند جو لابارو پورو ڪري هر ڪاهي پٽا ساڙي ختم ڪرڻ.

آڏائين تماڪ جو پيجارو لڳائڻ.

ڪڻڪ جو لابارو.

جوئن ۾ لابارو.

سره، تورئي، چانهي ۽ اهر جو لابارو.

هيڊ پوکڻ.

آمريڪي ونئن پوکڻ.

## اپريل جي پهرئين اڌ ۾ آبادي جا ڪم:

آڪتوبر ۾ پوکيل هيرڻ ۾ لابارو.

ڪڻڪ جو لابارو.

چوپ بصر مان تيار ٿيل ٻج جو فصل لٽي رکڻ.

پڪي ٿوم جو ڪيڏڻ.

هيڊ پوکڻ.

جن سارين وارين ايراضين ۾ دوباري پوکيل آهي ان جا هر ڪيڏي پٽا ڪنا ڪري ڏهين اپريل تائين ساڙي ختم ڪرڻ.

## اپريل جي ٻئي اڌ ۾ آبادي جا ڪم:

آمريڪي ونئن پوکڻ.

آڪتوبر ۾ پوکيل هيرڻ ۾ لابارو.

چوپ بصر مان تيار ٿيل ٻج جو فصل لٽي رکڻ.



L (IV) C 122—10

ڪي ٽوم ڪيڻ.

سارين جون پيچاريون ناهڻ.

هيڊ پوڪڻ.

## مئي جي پهرئين اڌ ۾ آباديءَ جا ڪم:

ان لاءِ آڳاٽي جوئر پوڪڻ.

ٻوهي مڱن جو پوڪڻ.

ترن جو پوڪڻ.

هيرڻ جو پوڪڻ.

مڱ، ماهن، موٺ، چئونرا، تور (مانجهلي) ۽ گوار پوڪڻ.

مرچن جو ٻج پوڪڻ.

آڳاٽن مرچن جو چوڻبو.

تماڪ جو ٻج پوڪڻ.

پاڇاٽن پٽاٽن جو پوڪڻ.

چوپ ٻصر جو ڪوٽڻ.

سارين جون پيچاريون ناهڻ.

هيڊ پوڪڻ.

## مئي جي ٻئي اڌ ۾ آباديءَ جا ڪم:

ان لاءِ جوئر پوڪڻ.

ٻوهي مڱ پوڪڻ.

تر ۽ هيرڻ پوڪڻ

مڱ، ماهن، موٺ، چئونرا، تور (مانجهلي) ۽ گوار پوڪڻ.

سڻي ۽ گوار سائي ياڻ لاءِ پوڪڻ.

پاڇاٽن مرچن جو ٻج پوڪڻ.

آڳاٽن مرچن جو روڻبو.

تماڪ جو ٻج پوڪڻ.

پاڇاٽن پٽاٽن جو ڪوٽڻ.

ٻصر جو ڪوٽڻ.

سارين جو ٻج پيجارڙين ۾ پوڪڻ.

آڏائين تماڪ جا ڪڙيا پيچڻ.

## جون جي پهرئين اڌ ۾ آباديءَ جا ڪم:

باجهري پوڪڻ.

سڻي ۽ گوار سائي ياڻ لاءِ پوڪڻ.

پاڇاٽن مرچن جو ٻج پوڪڻ.

آڳاٽن مرچن جو روڻبو.

تماڪ جو ٻج پوڪڻ.

آڏائين تماڪ جا ڪڙيا پيچڻ.

چوپ ٻصر جو ڪوٽڻ

سارين جو ٻج پيجارڙين ۾ پوڪڻ.

## جون جي ٻئي اڌ ۾ آباديءَ جا ڪم:

باجهري پوڪڻ.

سڻي ۽ گوار سائي ياڻ لاءِ پوڪڻ.

پاڇاٽن مرچن جو ٻج پوڪڻ.

آڳاٽن مرچن جو روڻبو.

تماڪ جو ٻج پوڪڻ.

آڏائين تماڪ جو لاٻارو.

ٻصر جو ڪوٽڻ.

سارين وهر ڪرڻ.

[ ڏسو صفحو ٦٤ ]

حڪيم سيد عمر شاھ ”سيار“



# نئون باغ قسط : ١

تمهيد — رسالي ”گوٺ سڌار“ ماه جنوري ١٩٥٩ع کان وٺي ماه سپٽمبر ١٩٦٠ع جملي ٢١ مهنن ۾ مسٽر منوهرداس ڪلناڻي دهلجي (پارت) مان، ماه به ماه قسط وار ميوه جي ڪراست بابت طبي ليک نهايت عمده طريقي سان رسالي ۾ درج ڪرائي اسان سنڌ واسين جي هڪ بهترين خدمت ڪئي آهي، جنهن لاءِ اسانجو فرض آهي ته سندس شڪريو ادا ڪريون.

هن خاڪسار کي ڪن مشفقن مشوره ڏنو آهي ته جنهن صورت ۾ مون محڪمي زراعت ۾ ان جي شروعات کان وٺي ملازمت ڪئي آهي ۽ زراعت جي هر شعبي ۾ تجربه ڪري آزموده پرايا آهن، تنهنڪري مناسب آهي ته قسطن وار رسالي ۾ باغات بابت مضمون لکي درج ڪرائي قوم جي خدمت ڪري پاڻکي دعا جو مستحق بنايان.

مون ڏنل مشوره منظور ڪري فيصلو ڪيو آهي ته ماهوار قسطن ۾ باغات جا مضمون درج ڪرايا وڃن، ان لاءِ هيءَ پهرين قسط لکي پيش ٿو ڪريان.

جيئن ته ميوه جي خاصيتن تي مڪمل طرح مضمون درج - رسالي تي چڪا آهن، تنهن ڪري هاڻي انهن ميوه دار وڻن کي ڪهڙي ريت پيدا ڪيو وڃي، ان بابت مناسب آهي ته انهن جي ڪاشت ۽ پرداخت وغيره جا طريقا رسالي ۾ درج ڪيا وڃن ته عوام انهن مان گهربل ميوه حاصل ڪري پنهنجي تندرستيءَ کي برقرار رکڻ لاءِ عملي قدم کڻي سگهن.

پاڪستان جي هن هلندڙ انقلابي دؤر ۾ حڪومت کيتي ۽ باغات کي اوج تي رسائي رعيت جي رهڻي ڪهڻي جي حالت سڌارڻ لاءِ وقت بوقت نوان نوان قاعده ۽ قانون جاري ڪري رهي آهي، ان ڪري به مناسب آهي ته باغات لڳائڻ تي موزون طريقه درج ڪيا وڃن. رسالي جي ناظرين کي معلوم هوندو ته هن خاڪسار ”بيل ڦل“ ميوه تي هڪ مڪمل ليک درج رسالي ماه جولاءِ ١٩٦٠ع ۾ ڪرائي ضرورتمند صاحبن کي ان جي واقفيت ڪرائي هئي. ان ميوه جي ٻڇي راس ٿيڻ تي ان جو نمونو دفتر گوٺ سڌار ۾ نمائش طور رکيو ويندو. ان تمهيد بعد هاڻي ”نئين باغ“ رکڻ جا طريقه سلسله وار پيش خدمت ڪيا وڃن ٿا:

## ميوه دار باغ لڳائڻ جا طريقه

ميوه دار باغ لڳائڻ لاءِ پهرين هنن ڳالهين تي ڌيان ڏيڻ لازمي آهي:—

١. ته سنڌ ملڪ جي زمين ۽ آب و هوا باغات لاءِ نهايت ئي موزون ثابت ٿيل آهي.

٢. ته باغ لڳائڻ لاءِ زمين مٽي، نرم پنجو واري هجي، جتي ڪرڙ، ڪنڊي، ٻير، ٻير جا وڻ ۽ ٻوٽا عام جام پيدا ٿيندڙ هجن. اها زمين باغات لاءِ بهترين سمجهي وڃي ٿي.

٠٣. زمين سڀني سنڌي هموار هئڻ بلڪل ضروري آهي جي هموار نہ هوندي تہ ستاهين تان پاڻي يڪدم وهي وڃي گڏ ٿي وڻن کي نقصان رسائيندو.

٠٤. تہ زمين زرخيز ۽ سٺي بنياد واري هجي جتي پاڻي جو نيڪال هجي.

٠٥. تہ زمين لاءِ مدامي پاڻي موجود هئڻ بلڪل ضروري آهي ۽ موڪي پاڻي هوندو تہ وڌيڪ سٺو.

٠٦. وڏي شهر کي اهو هنڌ ويجهو هجي جتي مارڪيٽ هجي تہ جئن ميوه جو ترت نيڪال ٿي سگهي.

٠٧. جي وڏي شهر کان پري باغ رکجي تہ اتان رستہ سٺي حالت وار هجن ۽ لارين جو بندوبست هجي تہ جيئن ميوه جلد مارڪيٽ ۾ کٽي وڃي يڪدم نيڪال ڪري سگهجي.

٠٨. تجارت واري باغ جي ايراضي گهٽ ۾ گهٽ تہ ٻہ اٺ ايڪڙ هجي.

٠٩. باغ لڳائڻ لاءِ پهرين نقشو تيار ڪجي. ماپ ڪري ان موجب ٻوٽن لاءِ زمين کي پلاٽن ۾ ورهائجي. رستن، پاڻي جي نالين، پاڻ جي کڏن، يورن جو وٿاڻ، نوڪرن جي رهڻ لاءِ جڳهون وغيره. اوزارن رکڻ جي لانڍي، اوطاق لاءِ لانڍي وغيره جا نشان ڪري ان موجب ڪم شروع ڪجي.

١٠. زمين مان جهنگ، گاه، ٻوٽن جون پاڙون ڪڍي هر ڏيئي ڪين سان زمين هموار ڪري ڇڏجي.

١١. جدا جدا قسم جي وڻن لاءِ زمين جا پلاٽ ڌار رکجن.

١٢. باغ شروع کان ڇڊو وهارڻ گهرجي. گهاٽي وهارڻ ڪري وڻن ۾ بيمارين ٿيڻ جو انديشو آهي.

١٣. ٻوٽا اعتبار وارن هنڌن تان گهرائي لڳائجن، پوءِ ڪٿي ان ۾ خرچ زياده اچي.

١٤. ميرپور خاص جي فروٽ فارم تان ميوه دار ٻوٽن جا ذخيره خريد ڪجن تہ بهتر ٿيندو.

١٥. جيڪو پيجارو چونڊجي ان ۾ جاچ رکجي تہ ٻوٽا سڀ تندرست آهن، پاڙون ۽ شاخون چڱي انداز ۽ سالم شڪل واريون آهن.

١٦. هڪ سال جي عمر وارا ٻوٽا وڏي عمر وارن ٻوٽن کان سٺي واڌ ڪندا؛ ڇو تہ وڏيءَ عمر وارن ٻوٽن جون پاڙون ذخيره ۾ گهڻو وقت رهڻ ڪري ڪمزور ۽ ناطت ٿي وڃن ٿيون. ان ڪري اها ضروري ڳالهہ آهي تہ ذخيري جا ٻوٽا سگهارا ۽ تندرست هجن جيئن پوکڻ مهل جلد واڌ شروع ڪن.

١٧. چشم چاڙهيل يا پيوند ڪيل ٻوٽن ۾ اکيون يا پيوند زمين کان اٽڪل ٨-٩ انچ کن مٿي ٿڙ ۾ لڳل هجن. جي اهي زياده مٿي لڳل هوندا تہ هينيان گوشا گهڻا پيا نڪرندا جنهن ڪري پيوند ۽ ٿڙ ڪمزور ٿي وڃڻ جو امڪان آهي ۽ اصل جنس ملي نہ سگهندي.

١٨. اهي ٻوٽا پسند ڪجن جن جي ٿولهہ پينسل موافق هجي، جنهن تي چشم لڳايو ويو آهي. زياده ٿولهہ وارو ٿڙ چڱو نہ آهي، ڇو جو ان حالت ۾ ان ۾ رس زياده هوندو ۽ ڇوڏو ٻہ سائو ٿئي ٿو جو آسانيءَ سان لهندو آهي.

١٩. خريدارن کي خاطري ڪري ٻوٽا خريد ڪرڻ کپن تہ چشم يا قلم جن مان ذخيره پيدا ٿيل آهي، سي تندرست، رس وارن، ڦر وارن ۽ جوان وڻن مان پيدا ڪيل آهن يا نہ. جهوني بنا ڦر وارن وڻن مان چشم يا پيوند ڪيل ٻوٽا چڱا ڦردار ڪونہ ٿيندا آهن.

٢٠. وڻن کي ڪات ڇات ڪري سهڻي بيهڪ ڏيڻ گهرجي.

٢١. وڻ چلهن ۾ پوکڻ کپي ۽ جيئن وڻ وڏا ٿيندا وڃن تئن چلها ٻہ ويڪرا ڪبا وڃجن.

۲۲. وڻن جي گهرج پٽاندر گڏ ڪجي ۽ گاه ڪچرو اصل ٿيڻ نہ ڏجي.

۲۳. وڻن لاءِ تمام گريل ۽ سڙيل ڀاڻ ڪم آڻجي ۽ سائو ڀاڻ پڻ ڪم آڻجي.

۲۴. باغ شروع ڪرڻ وقت اتر - اولهہ ۽ ڏکڻ طرف کان ٿالهيءَ جي وڻن جا قلم لڳائجن تہ اهي وڻ ٿي سياري ۾ اتر جي سيءَ ۽ پاري کان ٻوٽن جو بچاءُ ڪن ۽ اولهہ ۽ ڏکڻ کان ٻوٽن ۽ وڻن کي جهولن کان بچائين.

۲۵. جيسين ميوه‌دار وڻ ننڍا هجن ۽ ننڍي قد وارن ميوي جي وڻن مثلاً: صوف- ڦاروان وغيره جي وچواري زمين ۾ ڀاڄيون ٽماٽا ، داليون، پٽاٽن وغيره جا فصل پوکي سگهجن ٿا جيسين ڪ وڏا ميوه‌دار وڻ ڦر ڏيڻ شروع ڪن.

۲۶. سنڌ جي حالتن ۽ تجربن موجب ميوه‌دار وڻ مضمون جي آخر ۾ ڏيکاريل وڇوٽي يا مفاصلي تي لڳائڻ گهرجن.

نوٽ :— سنڌ ۾ ميوه دار وڻن جي وهارڻ جون ٻہ موسمون آهن :—

(۱) موسم بهار يعني فبروري — مارچ

(۲) موسم سانوڻ يعني آگسٽ — سيپٽمبر.

تازن ٻوٽن کي موافق هفتہ هفتہ يا وڌيڪ هلڪو هلڪو پاڻي ڏيڻ گهرجي ۽ انهن جي گڏ پڻ ڪندو رهجي.

۱. وڏن قسمن جي ميوه دار وڻن لاءِ کڏون ۳ فوٽ اونهيون ۽ ۳ فوٽ ويڪريون کوٽجن باقي ننڍن قسمن لاءِ ۲½ فوٽ اونهيون ۽ ۲½ فوٽ ويڪريون کپن. ڊاک جي ٻوٽن لاءِ ۲ فوٽ اونهيون ۽ ۲ فوٽ ويڪريون کوٽجن.

۲. ڊاک جا ٻوٽا پنگاري جي وڻن جي ٿڙن تي چاڙهڻ گهرجن. پنگاري جا قلم فروٽ فارم ميرپور خاص تان ملي سگهندا.

۳. هر هڪ کڏي لاءِ ڀاڻ هيٺين طرح ڪم آڻڻ گهرجي :

ڳائو ۽ ماڃيو ڀاڻ ۳ ٽوڪريون + هڏن جو چورو يعني بون ميل (Bone Meal) = اڌ سير + سلفيٽ آف امونيا (Sulphate of Ammonia) = اڌ پاءُ - باقي کڏن مان کوٽيل مٽي مٿين شين سان گڏي وري کڏن ۾ ڀري ڇڏجي. مٿان وري کڏن ۾ پاڻي ڏجي تہ وڌل مٽي ڄمي وڃي، ان بعد انهن ۾ ڇڪيون وڻن جون لڳائجن.

۴. مٿي لکيو ويو آهي تہ پاره ۽ گرم هوائن کي روڪڻ لاءِ باغ جي چوڌاري ٿالهين جا ڏنڊڻ پوکيا وڃن پر ٿالهي جي عيوض ولائتي گدامري جا ڏنڊڻ يا ٻج پوکڻ سان ٻہ ڪم ٿي ويندو. اهو ٿيو ٻاهران جو لوڙهو، انجي اندران ٻي قطار ۾ وري مانجهاندڙي جو ٻج پوکي انجي ٻوٽن جي قطار تيار ڪجي تہ زياده مفيد ٿيندو.

۵. باغ جي چوڌير ۱۲ فوٽ ويڪرو رستو ۽ ساڳي ماپ جو رستو باغ جي وچان آر پار ناهڻ گهرجي.

۶. کڏن ۾ ٻوٽن وهارڻ کان اڳ ٻوٽن جي چانگ ڪجي، جنهن ۾ ٻہ يا ٽي مضبوط شاخون ٿڙ

[ ڏسو صفحہ ۵۸ ]

# ڏهائي سڪا

حڪومت چوٿائي سڪن جي مقابلي ۾ ڏهائي سڪن جي بي پناه فائدن جي مدنظر پهرين جنوري ١٩٦١ع کان ڏهائي سڪن جو سرشتو جاري ڪيو آهي.

ڏهائي سڪن جو رواج ملڪ ۾ هڪ اهم بنيادي تبديلي آهي ۽ انهي جا نتيجا دور رس آهن. هن وقت ملڪ ۾ جيڪا اصلاح اچي رهي آهي ان جو عوام ۽ خواص ٻنهي تي اثر پوندو ۽ انهيءَ جي ڪاميابي لازماً هن ڳالهه تي منحصر آهي ته عوام انهيءَ نظام ۽ انهي جي مسئلن کي چڱي طرح سمجهي ڇڏي.

حڪومت کي اها توقع آهي ته معاشره جا تعليم يافته افراد پنهنجي ملڪ جي ڪثير اڻپڙهيل عوام کي هن حساب جي طريقي کي سمجهڻ ۽ انهيءَ جي ڪتب آڻڻ جي طريقي کي ڄاڻڻ ۾ مدد ڪندا ته جئن ٻنهي جي گڏيل ڪوشش سان هي اسڪيم پوري طرح ڪامياب ٿي وڃي.

ڏهائي سڪن جي نظام ۾ روپيو روپيو ئي آهي يعني ملڪ ماڻ ۽ نالو ساڳيو ئي آهي. رڳو ان کي چوٿائي حصن ۾ ورهائڻ بدران پورن سؤ (١٠٠) حصن ۾ ورهايو ويو آهي ۽ انهيءَ هر هڪ حصي جو نالو "پيسو" رکيو ويو آهي. انهيءَ طرح نئين ڪرنسي ۾ صرف ٻه يونٽ (مکيه جزا) آهن، وڏو يونٽ "روپيو" ۽ ننڍو يونٽ "پيسو".

پاڪستان ڪرنسي جي نون ڏهائيءَ سڪن جا نالا آهن. هڪ پيسو، پنج پيسا، ڏهه پيسا، ٢٥ پيسا، پنجاه پيسا ۽ ١٠٠ پيسا يعني هڪ روپيو.

انهن مان في الحال ٽن ماڻن جا سڪا جاري ڪيا ويا آهن. هڪ پيسي، پنجن پيسن ۽ ڏهن پيسن جا سڪا.




زياده ماڻ جا سڪا يعني ٢٥ پيسن، ٥٠ پيسن ۽ سؤ پيسن يعني هڪ روپئي جا سڪا پوءِ ڪنهن تاريخ تي جاري ڪيا ويندا. في الحال جاري ڪيل سڪن سان گڏ پراڻا سڪا به هلندا رهندا يعني قانوني سڪا ليکيا ويندا. پراڻا سڪا حڪومت تيستائين هلائيندي رهندي جيستائين ماڻهو نون سڪن جي استعمال کان چڱي طرح واقف نه ٿي ويندا ۽ پاڪستان جو ضرب خانو به ملڪ جي عام ضرورت جيترا سڪا نه ٺاهي سگهندو. تيستائين اهي ئي پائليون، آڌيلا ۽ روپين جا سڪا بطور ڪرنسي استعمال ٿيندا رهندا، ڇو ته انهن جي ماڻ ۾ ڪابه ردو بدل نه آهي. ترتيب وار هڪ روپيو برابر آهي نون هڪ سؤ پيسن جي، آڌيو برابر آهي پنجاه پيسن جي ۽ پائلي برابر آهي پنجويهه پيسن جي. ٻنهي جو ماڻ بلڪل هڪ جيترو آهي ۽ ذرو ماترو به فرق نه آهي.

نوٽ: نون سڪن ۾ ٽڪي يعني ٻن پئسن جو سڪوئي ڪونهي.

شروعات ۾ سڪن جي متا ستا متعلق مشڪل پيدا ٿي سگهي ٿي مثلاً جيڪڏهن ٻه پئسا ڏيڻا آهن ته پوءِ پراڻو ٽڪو برابر آهي ٣ پائين ۽ ٩ پائين جي. انهيءَ حالت ۾ ڪنهنکي مجبور ڪري نٿو سگهجي ته هو چار پايون ئي ادا ڪري. جڏهن هڪ پئسو نئون ته اسان وٽ موجود آهي پر پائي جو سڪو ڪونهي. انهي ڪري ٽن پائين وٽڙ

تي ٿي اڪتفا ڪبي. جڏهن آهستي آهستي پراڻا سڪا ختم ٿي ويندا ۽ انهيءَ جي جاءِ تي نوان ڏهائي سڪا اچي ويندا تڏهن ڪابه مشڪل رهندي.

نون ۽ پراڻن سڪن جي برابري جو نقشو چڱيءَ طرح ذهن نشين ڪري ڇڏڻ کپي :

برابريءَ جو نقشو

| پراڻو سڪو | = | نئون سڪو |
|---|---|---|
| پايون — آنا | = | پئسا |
| ۱ | = | ۱ |
| ۲ | = | ۱ |
| ۳ | = | ۲ |
| ۴ | = | ۲ |
| ۵ | = | ۳ |
| ۶ | = | ۳ |
| ۷ | = | ۴ |
| ۸ | = | ۴ |
| ۹ | = | ۵ |
| ۱۰ | = | ۵ |
| ۱۱ | = | ۶ |
| ۰ — ۱ | = | ۶ |
| ۱ — ۱ | = | ۷ |
| ۲ — ۱ | = | ۷ |
| ۳ — ۱ | = | ۸ |
| ۴ — ۱ | = | ۸ |
| ۵ — ۱ | = | ۹ |
| ۶ — ۱ | = | ۹ |
| ۷ — ۱ | = | ۱۰ |
| ۸ — ۱ | = | ۱۰ |
| ۹ — ۱ | = | ۱۱ |
| ۱۰ — ۱ | = | ۱۱ |
| ۱۱ — ۱ | = | ۱۲ |
| ۰ — ۲ | = | ۱۲ |
| ۱ — ۲ | = | ۱۳ |
| ۲ — ۲ | = | ۱۳ |
| ۳ — ۲ | = | ۱۴ |
| ۴ — ۲ | = | ۱۴ |
| ۵ — ۲ | = | ۱۵ |
| ۶ — ۲ | = | ۱۶ |
| ۷ — ۲ | = | ۱۶ |
| ۸ — ۲ | = | ۱۷ |
| ۹ — ۲ | = | ۱۷ |
| ۱۰ — ۲ | = | ۱۸ |
| ۱۱ — ۲ | = | ۱۸ |
| ۰ — ۳ | = | ۱۹ |
| ۱ — ۳ | = | ۱۹ |
| ۲ — ۳ | = | ۲۰ |
| ۳ — ۳ | = | ۲۰ |
| ۴ — ۳ | = | ۲۱ |
| ۵ — ۳ | = | ۲۱ |
| ۶ — ۳ | = | ۲۲ |
| ۷ — ۳ | = | ۲۲ |
| ۸ — ۳ | = | ۲۳ |
| ۹ — ۳ | = | ۲۳ |
| ۱۰ — ۳ | = | ۲۴ |
| ۱۱ — ۳ | = | ۲۴ |
| ۰ — ۴ | = | ۲۵ |
| ۱ — ۴ | = | ۲۶ |
| ۲ — ۴ | = | ۲۶ |
| ۳ — ۴ | = | ۲۷ |
| ۴ — ۴ | = | ۲۷ |
| ۵ — ۴ | = | ۲۸ |
| ۶ — ۴ | = | ۲۸ |
| ۷ — ۴ | = | ۲۹ |
| ۸ — ۴ | = | ۲۹ |
| ۹ — ۴ | = | ۳۰ |
| ۱۰ — ۴ | = | ۳۰ |
| ۱۱ — ۴ | = | ۳۱ |
| ۰ — ۵ | = | ۳۱ |


L (iv) C/122—13

| پراڻو سڪو | = | نئون سڪو |
| --- | --- | --- |
| پايون — آنا | = | پئسا |
| ۱ — ۵ | = | ۳۲ |
| ۲ — ۵ | = | ۳۲ |
| ۳ — ۵ | = | ۳۳ |
| ۴ — ۵ | = | ۳۳ |
| ۵ — ۵ | = | ۳۴ |
| ۶ — ۵ | = | ۳۴ |
| ۷ — ۵ | = | ۳۵ |
| ۸ — ۵ | = | ۳۵ |
| ۹ — ۵ | = | ۳۶ |
| ۱۰ — ۵ | = | ۳۶ |
| ۱۱ — ۵ | = | ۳۷ |
| ۰ — ۶ | = | ۳۷ |
| ۱ — ۶ | = | ۳۸ |
| ۲ — ۶ | = | ۳۹ |
| ۳ — ۶ | = | ۳۹ |
| ۴ — ۶ | = | ۴۰ |
| ۵ — ۶ | = | ۴۰ |
| ۶ — ۶ | = | ۴۱ |
| ۷ — ۶ | = | ۴۱ |
| ۸ — ۶ | = | ۴۲ |
| ۹ — ۶ | = | ۴۲ |
| ۱۰ — ۶ | = | ۴۳ |
| ۱۱ — ۶ | = | ۴۳ |
| ۰ — ۷ | = | ۴۴ |
| ۱ — ۷ | = | ۴۴ |
| ۲ — ۷ | = | ۴۵ |
| ۳ — ۷ | = | ۴۵ |
| ۴ — ۷ | = | ۴۶ |
| ۵ — ۷ | = | ۴۶ |
| ۶ — ۷ | = | ۴۷ |
| ۷ — ۷ | = | ۴۷ |
| ۸ — ۷ | = | ۴۸ |
| ۹ — ۷ | = | ۴۸ |
| ۱۰ — ۷ | = | ۴۹ |
| ۱۱ — ۷ | = | ۴۹ |
| ۰ — ۸ | = | ۵۰ |

| پراڻو سڪو | = | نئون سڪو |
| --- | --- | --- |
| پايون — آنا | = | پئسا |
| ۱ — ۸ | = | ۵۱ |
| ۲ — ۸ | = | ۵۱ |
| ۳ — ۸ | = | ۵۲ |
| ۴ — ۸ | = | ۵۲ |
| ۵ — ۸ | = | ۵۳ |
| ۶ — ۸ | = | ۵۳ |
| ۷ — ۸ | = | ۵۴ |
| ۸ — ۸ | = | ۵۴ |
| ۹ — ۸ | = | ۵۵ |
| ۱۰ — ۸ | = | ۵۵ |
| ۱۱ — ۸ | = | ۵۶ |
| ۰ — ۹ | = | ۵۶ |
| ۱ — ۹ | = | ۵۷ |
| ۲ — ۹ | = | ۵۷ |
| ۳ — ۹ | = | ۵۸ |
| ۴ — ۹ | = | ۵۸ |
| ۵ — ۹ | = | ۵۹ |
| ۶ — ۹ | = | ۵۹ |
| ۷ — ۹ | = | ۶۰ |
| ۸ — ۹ | = | ۶۰ |
| ۹ — ۹ | = | ۶۱ |
| ۱۰ — ۹ | = | ۶۱ |
| ۱۱ — ۹ | = | ۶۲ |
| ۰ — ۱۰ | = | ۶۲ |
| ۱ — ۱۰ | = | ۶۳ |
| ۲ — ۱۰ | = | ۶۴ |
| ۳ — ۱۰ | = | ۶۴ |
| ۴ — ۱۰ | = | ۶۵ |
| ۵ — ۱۰ | = | ۶۵ |
| ۶ — ۱۰ | = | ۶۶ |
| ۷ — ۱۰ | = | ۶۶ |
| ۸ — ۱۰ | = | ۶۷ |
| ۹ — ۱۰ | = | ۶۷ |
| ۱۰ — ۱۰ | = | ۶۸ |
| ۱۱ — ۱۰ | = | ۶۸ |
| ۰ — ۱۱ | = | ۶۹ |

| پرائو سڪو | = | نئون سڪو |
|---|---|---|
| پايون — آنا | = | پئسا |
| ١ — ١١ | = | ٦٩ |
| ٢ — ١١ | = | ٧٠ |
| ٣ — ١١ | = | ٧٠ |
| ٤ — ١١ | = | ٧١ |
| ٥ — ١١ | = | ٧١ |
| ٦ — ١١ | = | ٧٢ |
| ٧ — ١١ | = | ٧٢ |
| ٨ — ١١ | = | ٧٣ |
| ٩ — ١١ | = | ٧٣ |
| ١٠ — ١١ | = | ٧٤ |
| ١١ — ١١ | = | ٧٤ |
| ٠ — ١٢ | = | ٧٥ |
| ١ — ١٢ | = | ٧٦ |
| ٢ — ١٢ | = | ٧٦ |
| ٣ — ١٢ | = | ٧٧ |
| ٤ — ١٢ | = | ٧٧ |
| ٥ — ١٢ | = | ٧٨ |
| ٦ — ١٢ | = | ٧٨ |
| ٧ — ١٢ | = | ٧٩ |
| ٨ — ١٢ | = | ٧٩ |
| ٩ — ١٢ | = | ٨٠ |
| ١٠ — ١٢ | = | ٨٠ |
| ١١ — ١٢ | = | ٨١ |
| ٠ — ١٣ | = | ٨١ |
| ١ — ١٣ | = | ٨٢ |
| ٢ — ١٣ | = | ٨٢ |
| ٣ — ١٣ | = | ٨٣ |
| ٤ — ١٣ | = | ٨٣ |
| ٥ — ١٣ | = | ٨٤ |
| ٦ — ١٣ | = | ٨٤ |

| پرائو سڪو | = | نئون سڪو |
|---|---|---|
| پايون — آنا | = | پئسا |
| ٧ — ١٣ | = | ٨٥ |
| ٨ — ١٣ | = | ٨٥ |
| ٩ — ١٣ | = | ٨٦ |
| ١٠ — ١٣ | = | ٨٦ |
| ١١ — ١٣ | = | ٨٧ |
| ٠ — ١٤ | = | ٨٧ |
| ١ — ١٤ | = | ٨٨ |
| ٢ — ١٤ | = | ٨٩ |
| ٣ — ١٤ | = | ٨٩ |
| ٤ — ١٤ | = | ٩٠ |
| ٥ — ١٤ | = | ٩٠ |
| ٦ — ١٤ | = | ٩١ |
| ٧ — ١٤ | = | ٩١ |
| ٨ — ١٤ | = | ٩٢ |
| ٩ — ١٤ | = | ٩٢ |
| ١٠ — ١٤ | = | ٩٣ |
| ١١ — ١٤ | = | ٩٣ |
| ٠ — ١٥ | = | ٩٤ |
| ١ — ١٥ | = | ٩٤ |
| ٢ — ١٥ | = | ٩٥ |
| ٣ — ١٥ | = | ٩٥ |
| ٤ — ١٥ | = | ٩٦ |
| ٥ — ١٥ | = | ٩٦ |
| ٦ — ١٥ | = | ٩٧ |
| ٧ — ١٥ | = | ٩٧ |
| ٨ — ١٥ | = | ٩٨ |
| ٩ — ١٥ | = | ٩٨ |
| ١٠ — ١٥ | | ٩٩ |
| ١١ — ١٥ | = | ٩٩ |
| ٠ — ١٦ | = | ١٠٠ |
| ( هڪ رپيو ) | = | ( هڪ رپيو ) |

[ بقايه ڏسو صفحه ٥٤ ]

قاضي محمد سليمان موراڻي



# جانورن جون وچڙندڙ بيماريون قسط: ۱

وچڙندڙ بيماري ان بيماريءَ کي چئجي ٿو جيڪا هڪ بيمار جانور مان ٻئي چڱي ڀلي جانور ۾ پکڙبي آهي، خواهه گڏ ويهڻ سان ساڳئي ڪاڌي کائڻ سان يا هوا رستي پکڙجڻ سان.

وچڙندڙ بيماري انهيءَ مرض کي چئجي ٿو جنهن ۾ جهليل جانور ڪنهن ٻئي تندرست جانور سان هڪ هنڌ ويهي هڪ ئي آهر يا اوڙي مان کائي پئي ٿو ته اهو جانور پڻ ڪجهه ڏينهن بعد انهي بيماريءَ ۾ مبتلا ٿيندو آهي.

## ۱. بيمار جانورن جي علحدگي

جڏهن به ڪا وچڙندڙ بيماري چوپائي مال ۾ پوي ته هيٺيان اپاءَ وٺڻ گهرجن:—

۱. بيمار جانورن کي انهيءَ وٿاڻ ۾ ڇڏي باقي رهيل جانورن جو وٿاڻ جدا ڪجي. بهتر ته ائين ٿيندو ته انهن کي ٽن ٽولن ۾ ورهائجي. هڪڙا ظاهري بيمار، ٻيا شڪي، ٽيان تندرست.

۲. شڪي ڪلاس ۾ اهي جانور ايندا جيڪي بيمارن سان بلڪل گڏ پيا هجن يا انهن جي نزديڪ هجن. جانور اهڙيءَ طرح سان جدا ڪجن جو هوا جو رخ پهريائين تندرست جانورن ڏانهن هجي پوءِ شڪين ڏي ۽ آخر ۾ بيمارن ڏي. جهرڪيون، ڪانو، ڪڪڙيون ۽ ڪتا به بيماريءَ وڌائڻ جو ڪارڻ هوندا آهن، انهن کان به پرهيز ڪرڻ گهرجي. جانور هڪ ٽولي مان ٻئي ٽولي ڏانهن نه موڪلجن جيستائين بيماري بند نه ٿي وڃي.

## ۲. وٿاڻن، ڪاڌي پيتي جي ٿانون ۽ زمين وغيره جي صفائي بابت

بيمار جانور جنهن وٿاڻ ۾ ٻڌل هجن انهيءَ جي فرش کي فنائيل جي پاڻيءَ سان ڌوارڻ گهرجي ۽ جي وٿاڻ ڪچو آهي ته پوءِ انجو مٿاڇرو ننهن ڪوڏر سان ڪڍي ٻين غلاظتن جهڙوڪ ڇيڻو، پيشاب، گگ، او باريل داڻو ۽ گاهه خراب ٿيل توبرو سڀ گڏي ساڙي ڇڏجن. جي بيماري اهڙي آهي جو جانورن مان ماڻهن کي به ٿي سگهي ٿي ته پوءِ بيماريءَ ۾ ورتل جانورن جا لغام هنان، جهلون ۽ برش وغيره به ساڙڻ گهرجن. ڪاڌي پيتي جي ٿانون کي ٽهڪندڙ پاڻيءَ سان صفا ڪجي ۽ پوءِ پتين کي چن جي پوچي ڏجي. جي بيماريءَ جو ڪارڻ جيتڙا آهن ته

انهن کي بلو لئمپ (Blow lamp) سان ناس ڪيو وڃي يا وري ڊي. ڊي. ٽي. ڦوهاري سان پمپ ڪجي. گندرف جو دونهون به جيوڙن جي ناس ڪرڻ لاءِ ڪارگر آهي مگر ان لاءِ اهو ضروري آهي ته سڀ ماڻهو ۽ جانور انهيءَ جاءِ مان ڪڍي ڇڏجن. ڪلاڪن لاءِ ڪڍيا وڃن. گندرف کي ٿانڊي تي رکي وٿاڻ يا طنبيلي جا سڀ در ۽ دريون بند ڪيون وڃن ته دوا پنهنجو اثر ڏيکاري. ڪاربانڪ ائسڊ ۽ ڪلورينٽ ڊلائيم سج جي روشنائي، بجلي ٽهڪندڙ پاڻي ۽ ڪوسي ٻاڦ به جيوڙن کي ناس ڪن ٿيون.

## ٣. اهي بيماريون جيڪي جانورن مان ماڻهن کي ٿينديون آهن

جيئن ڪارو واءُ ۽ گھوڙن جو وچڙندڙ سڙيل سرگيت وغيره، انهن لاءِ ضروري آهي ته سڀ بيمار جانور گوليءَ سان ماري ساڙيا وڃن.

## ٤. بيمار جانورن جو نيڪال

جيڪي به جانور ڀين وچڙندڙ بيمارين جي وگھي مري وڃن تن کي ڪل سوڏو کوٽن جي تلاءُ يا کوهن کان گھٽ ۾ گھٽ پري ڇهه فوٽ اونهي کڏ ۾ پورائي ڇڏجي ۽ ان کڏ ۾ چن جا پنج سير پڻ هاريا وڃن. ائين ڪرڻ سان بيماريءَ جا جيوڙا ناس ٿي ويندا ۽ بيماريءَ جي واڌاري جو انديشو گھٽي قدر گھٽجي ويندو. يا باھ ۾ ساڙڻ گھرجي.

## ٥. بيمار جانورن جي پرورش ۽ سنڀال

ياد رکو ته گھرو پاليل جانورن جي صفائي، تندرستي خواه بيماريءَ ۾ مالڪ کي

ڪرڻي آهي؛ انڪري ڀهريائين بيمار جانور جي بدن جي صفائي ڪجي، ان جون اکيون ٿڌي پاڻيءَ سان يا بورڪ لوشن سان صفا ڪجن ۽ وات "پوٽاس پرمئيگنس" جي هلڪي لوشن سان صفا ڪجي.

ناسون، ٻاهريان عضوا پڇ وغيره پڻ ساڳئي دوا جي پاڻي سا صفا ڪجي. مٿي تي ٿڌي پاڻيءَ سان پسايل ڪپڙو ڪجهه وقت رکجي، تنهن سان به بيمار جانورن کي قدري فرحت ٿيندي آهي. جي موسم ٿڌ جي آهي ته بيمار جانورن جي مٿان گرم جهل وجهڻ گهرجي. ٿڌي پاڻيءَ جي بالٽي هميشه بيمار جانور جي اڳيان رکي هجي. سياري ۾ پاڻي سجر هجي. وٿاڻ يا طنبيلو هوادار هجي ۽ روشن دان پڻ مٿي هجن. بيمار جانور جي طاقت قائم رکڻ لاءِ ان کي نرم ۽ جلد هضم کاڌو ڏجي جوُ ڇئن ڪلاڪن بعد پيو بدلائجي. اوباريل کاڌو اڇلائي ڇڏجي.

## ٢. بيمار جانورن لاءِ کاڌا

ڳائو کير، ڪڻڪ جو بوسو، ولائتي جوَن جي رب، جوُ رڌل ۽ ڪڻڪ جي اٽي جي رب، ايلسي جو پاڻي.

١. کير جلد هضم ٿيندو آهي ۽ طاقت وارو آهي. بيمار جانور کي ڳائو کير ڏجي ڇاڪاڻ ته ان ۾ سٿڀ گھٽ آهي.

٢. ڪڻڪ جو اٽ هڪ سير ڪنهن لوه جي تغاريءَ ۾ وجهي مٿان ٽهڪندڙ پاڻي

وجهي ان کي چڱيءَ طرح ملائي ڍڪ ڏيئي ڇڏيو. جڏهن ڪاڻ جهڙو ٿئي تڏهن انجي مٿان سنڌي لوڻ ۽ تولا ۽ گڙ ذرا ذرا تيل چار تولا ٻرڪي ڇڏيو ۽ جانور جي اڳيان رکو. جيڪڏهن جانور ڪجهه بچائي، اهو پري اڇلائي ڇڏيو ڇاڪاڻ ته پوءِ وري کٽو ٿي ويندو آهي. هن کي بوسي جي مَش (Barn Mash) چئبو آهي.

۳. ولائتي جوَن جو اٽو اڌ سير پاڻيءَ ۾ رڌي تاري پياريو.

۴. هڪ سير جوَ پنجن سيرن پاڻيءَ ۾ رڌي تاري ڪارايو، ان ۾ بوسو ۽ لوڻ پڻ ملايو. (بوسو اڌ سير لوڻ ۽ تولا.)

۵. ڪٽڪ جو اٽو اڌ سير پنجن سيرن پاڻيءَ ۾ رڌي تاري پياريو.

۶. ايلسي هڪ پاءُ پنجن سيرن پاڻيءَ ۾ ڪاڙهي ڇاڻي تاري پياريو.

## ۷. بيماريءَ جي ابتدا

بيماريءَ جي وڌائڻ جو ڪارڻ بيمار جانور هوندا آهن جي ٻهريائين پنهنجي ڳوٺ جي مال کي بيماري ڏيندا آهن ۽ پوءِ چراگاهن مان گاه کائڻ يا پاڻي پيئڻ ڪري ٻين ڳوٺن جي مال کي ۽ بيماري ڏيندا آهن. ۽ گار مال کي ڪاهن ۽ پنهنجي ڳوٺ جي مال سان ملڻ نه ڏجي ۽ نه وري انهن کي پنهنجي کوه جي واڙي ۾ پاڻي پيئڻ ڏجي انهن کي بالٽي ڏجي ته پاڻي ڪيئي پنهنجي مال کي پيارين ڇو ته جي انهن جي مال ۾ بيماري هوندي ته اوهانجو مال به ونجي ويندو ۽ اوهانکي ڏکيا ڏينهن ڏسڻا پوندا. پڇا سان معلوم ٿي ويندو ته بيماري ڪيئن شروع ٿي.

## ۸. بيماريءَ بابت جلد رپورٽ ڪرڻ مان فائدا

جڏهن ڪنهن به ڳوٺ ۾ جانورن ۾ ڪا به وچڙندڙ بيماري پوي ته ڳوٺ ساٿيءَ يا وليج ڪائونسل جي چيئرمن کي گهرجي ته اهڙي لکيل رپورٽ ويجهي ۾ ويجهي جانورن جي اسپتال جي ڊاڪٽر صاحب کي ڏيئي هن کي سر زمين تي آڻي بيمارن جو علاج ڪرائي ۽ تندرست ڍورن کي بيماريءَ کان بچاءَ جون سيون هٿائي، جنهن لاءِ حڪومت جي تازن حڪمن موجب غريب يا شاهوڪار کي هڪ پائي به خرچڻي نه پوندي، سمورو خرچ حڪومت ڀريندي. ڊاڪٽر کي جي ترت رپورٽ ملي ويئي ته هو آسانيءَ سان بيماريءَ جي وڌڻ جا ذريعا بند ڪري سگهندو. مگر جي ٻن ٽن ڳوٺن ۾ بيماري پکڙي ويئي ته پوءِ انکي يڪدم بند ڪرڻ دشوار ٿي پوندو. وچڙندڙ بيمارين کي روڪڻ لاءِ اهو بلڪل ضروري آهي ته جانورن جي اچ وڃ تي روڪ وجهجي ۽ ورتل ڳوٺ ۽ انجي آس پاس وارن سيني ڳوٺن کي پڻ بيماريءَ وارن ايراضيءَ ۾ شامل ڪيو وڃي. انهن ڳوٺن جو مال نه ٻاهر موڪلجي ۽ نه وري ٻاهريون مال اچڻ ڏجي. ان بعد سيني تندرست جانورن کي زوري بچاءُ جون سيون

هنيون وجن. انهيءَ رستي اختيار ڪرڻ سان بيماري روڪجي ويندي.

اسان وٽ سنڌ ڪئٽل ڊزيز ائڪٽ پاس ٿيل آهي مگر ان کي گهٽ استعمال ڪيو ويو ٿو. ڏنو ويو آهي ته ويسٽ پاڪستان اندر ڪتي ڪتي ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ ڊسٽرڪٽ پوليس ائڪٽ هيٺ حڪم جاري ڪري جانورن جي آمدني ۽ روانگيءَ تي بيماريءَ واري ايراضيءَ لاءِ بندش وجهندا آهن ۽ بيماريءَ جي بند ٿيڻ بعد اها بندش هٽائي ڇڏيندا آهن.

## ۹. اوزارن جي صفائي بابت

ڪنهن به آپريشن ڪرڻ کان اڳ اهو ڏسڻو آهي ته گهربل اوزار تڪا ۽ صفا هجن. ساڳي وقت اها به نظر ڪرڻي آهي ته اهي اوزار باريڪ جيوڙن کان به صفا هجن، جي ظاهري ڏسي نٿا سگهجن. گرمي جيوڙن کي ماري ٿي. اوزارن کي صفا ڪرڻ جو بهترين رستو اهو آهي ته گهربل اوزار پاڻي ۾ وجهي ڪاڙهجن، ان پاڻي ۾ هڪ يا ٻه سيڪڙو سوڊا ڪارب پڻ وجهجي.

اوزار ٻه (۲) منٽ ڪاڙهجن. تکي ڌار وارن اوزارن کي ڪجهه ويڙهي پوءِ ڪاڙهجن ته ته اوزار مڏا ٿي ويندا.

ٿهڪندڙ پاڻي مان اوزار چمٽي (Forceps) سان ڪيجن ۽ چڱي طرح سڪائجن.

ڪائي جون پچڪاريون جڏهن پاڻي ۾ ڪاڙهجن ته انهن تي به ڪجهه ويڙهڻ گهرجي. يا ته وري پچڪاريون ۽ سيون هڪ بوتل ۾ وجهي ڇڏجن جا "ريڪٽيفائيڊ اسپرٽ" سان ڀريل هجي.

ضرورت وقت صفا ڪري ڪم آڻجي.

## ۱۰. جانورن کي سيرم ۽ ويڪسن جون سيون هڻڻ بابت

ڪنهن به تندرست جانور کي ڪنهن خاص بيماري جي بچاءَ لاءِ ويڪسين جي سوئي هڻبي آهي ته ان جانور جي رت ۾ بيماري کان بچاءُ جي شڪتي يا طاقت پيدا ٿئي. انهي بچاءُ جي جزن کي "انٽيباڊيز" چئبو آهي. ان جي موجودگي سبب جانور کي مقرر وقت تائين اها بيماري نه ٿيندي آهي. ويڪسين ۾ انهي بيماري جا جيوڙا جئرا مئل يا اڌ مئل هوندا آهن، جنهن ڪري ويڪسن جي هڻڻ کان پوءِ جانور کي ٻهريائين ٽي يا چار ڏينهن ڳاموٽ ٿيندي آهي. اهو وقت ڪجهه خطري جو آهي جو ڪي جزوي جانور انهي بيماري کان بيمار ٿي پوندا آهن. مگر چئن ڏينهن بعد ان جي رتوبت ۾ بيماري کان بچاءُ جي طاقت پيدا ٿي ويندي آهي. ويڪسين کي خراب ٿيڻ کان روڪڻ لاءِ انسڊ ڪاربولڪ $\frac{1}{2}$ پي. سي اڌ سيڪڙو ملائبو آهي. سينهن ۽ ڳئون کي ويڪسين جي سوئي کل جي هيٺيان ڳچيءَ ۾ يا ڪلهي جي ڦٽي جي پويان هڻبي آهي. سڀ ڪا ويڪسن تيار ٿيڻ بعد ڇهن (٦) مهنن تائين ڪم آڻي سگهبي آهي، ان بعد بيڪار ٿي ويندي آهي. ڪاري واءُ (Anthrax Spcre viccine) جي ويڪسين جو مدو فقط ٽي مهنا آهي.

ويڪسين ٺاهڻ وقت، رکڻ وقت ۽ ڪم آڻڻ وقت خبرداري ڪرڻي آهي. بوتل کولڻ کان اڳ ان کي زور سان هيٺ ۽ مٿي ڪجي ۽ هڪ واري بوتل کولي وڃي ته ان کي ٢٤ ڪلاڪن اندر ڪم آڻجي نه ته هاري ڇڏجي.

ويڪسين جو وزن گهٽ ۽ سيرم جو زياده هوندو آهي. سنڌ ۾ چوپائي مال جي بچاءُ لاءِ ٿڌي، گهوگهي ۽ ڪاري واءُ جي بيماري ۽ ٻين بيمارين لاءِ ويڪسين ڪتب آڻيندا آهيون. ويڪسين لاهور جي جانورن جي طبي ڪاليج ۾ ۽ پشاور ۾ جانورن جي کوجنا واري اداري ۾ ٺهندي آهي.

ٿڌي جي ويڪسين اسان وٽ ڪراچي ۾ بيمارين جي کوجنا جي آفيسر جي زير نگراني ٺهندي آهي.

## سيرم ۽ سيرم انوڪيوليشنس

تندرست جانور کي هڪ يا ٻه وزن بيماري جي ٻج جا ڏبا آهن. جڏهن ڏسبو آهي ته اهو جانور بيماري کان چڙهي ويو آهي ته پوءِ ان جي ڳچي واري وڏي رڳ مان سئي رستي رت ڪڍي ڪنهن برتن ۾ ٻاهرو ڪري رکجي. ڪجهه وقت بعد رت وارا ڳاڙها جزا هڪ هنڌ جمي پوندا، باقي رهيل پاڻيٺ جنهن کي سيرم چئبو آهي سو جدا ٿي بيهندو. سيرم کي جدا ڪري ان ۾ اڌ سيڪڙو P پي. سي ڪاربالڪ اُسڊ ملائي ان مان مشين رستي شيشا ڀري بند ڪري ٿڌي ڪمري ۾ محفوظ رکندا آهن. انهي ڳاڙهي پاڻيٺ يعني سيرم ۾ بيماري جي روڪڻ جا جزا "انٽي باڊيز" موجود هوندا آهن ۽ ان ڪري سيرم جي سئي هڻڻ سان بيمار جانورن جو يڪدم بچاءُ ٿئي ٿو. مگر اهو بچاءُ فقط ڏهن ڏينهن لاءِ هوندو آهي، ڏهن ڏينهن بعد وري ٻي سئي جي هڻڻ جي ضرورت ٿيندي آهي. سيرم ٻن ورهن تائين ڪم آڻي سگهبو آهي، شرط اهو آهي ته گرمي کان محفوظ رکيل هجي.

سيرم جو وزن ويڪسين کان زياده هوندو آهي ۽ سئي ويڪسين وانگر کل جي هيٺيان ڳچيءَ ۾ هڻبي آهي.

سيرم جي بوتل کولڻ کان اڳ ان کي زور سان ملائجي ۽ کولڻ بعد ڏسجي ته ان جو رنگ ڪاراڻ تي مائل ته نه آهي ۽ ان ۾ بدبوءِ ته نه آهي.

جي اهي آثار موجود هجن ته دوا جو شيشو يڪدم هاري ڇڏجي.

سيرم جو شيشو کولڻ بعد ٢٤ ڪلاڪن اندر ڪم آڻجي نه ته باقي رهيل هاري ڇڏجي. سيرم ٿڌي، گهوگهيءَ، ڪاري واءُ، ڪاري ٽنگ ۽ ٻين بيمارين لاءِ لاهور جي جانورن جي طبي ڪاليج ۽ پشاور جي کوجنا واري اداري ۾ تيار ڪيو وڃي ٿو، جتي هن ڪم لاءِ ماهرن جو وڏو عملو مقرر ڪيل آهي.

هيٺ ڏيکاريل وچڙندڙ بيماريون سنڌ ۾ چوپائي مال ۽ ڪڪڙين کي ٿين ٿيون. ڳوٺ سائي بيمارين جي حالت ۾ ويجهي ۾ ويجهي وٽرنري سرجن سان روبرو ملي ڇپيل فارم تي رپورٽ پيش ڪري.

( ڏسو صفحو ٧٠ )

# ڳوٺ ڳوٺ جو خبرون

بنيادي جمهوريت حيدرآباد

[هي سڀ خبرون گذريل سال يعني ١٩٦٠ع جون آهن.]

## محسن ميمبر

يونين ڪائونسل هٽڙي تعلقه حيدرآباد جي هڪ وطن دوست ۽ عوام جي خير خواه ميمبر سيد ميرل شاه، ڳوٺ ۾ "هيلٿ سب سينٽر" (ننڍي صحت گهر) قائم ڪرڻ لاءِ ويهن هزارن جي ماليت واري جائداد رضاڪارانه طور پيش ڪئي آهي.

## ۾ ميل لنبو رستو

يونين ڪائونسل ٻيلو، پنهنجي مدد پاڻ ڪرڻ جي اصول تي چريتاٽي رستو تمڪن ڪان پيچاري ڪئنال تائين اٽڪل ۾ ميل لنبو تيار ڪيو آهي.

## راڳ ۽ ملاکڙو

ٽائون ڪاميٽي خيرپور ناٿن شاه ۽ سجاده نشين درگاه جڙيل شاه جي ڪوشش سان درگاه جي ايوان ۾ هر هڪ جمعي ڏينهن ملاکڙي لڳائڻ ۽ راڳ جي مجلس منعقد ڪرڻ جو انتظام ڪيو ويو آهي.

## ٽي ميل ڊگهو رستو

ڪڪڙ ٢ نومبر : يونين ڪائونسل بيد جي ڪوشش سان ١٢٥ ماڻهن پاڻ تي پاڙي آمدرفت جي سهوليت لاءِ ڳوٺ بيد کان چتو مياڻي تائين ٽي ميل ڊگهو ۽ ١٢ فوٽ ويڪرو رستو جوڙي راس ڪيو آهي. چيئرمن يونين ڪائونسل بيد انهيءَ موقعي تي پٽ لاءِ ڏيڍ سؤ رپيا پنهنجي هڙان خرچ ڪيا.

## وليج ڪائونسل

ڳوٺ گوزو (ڪڪڙ) ۾ ڳوٺ نديي چوٻار، چانديا گوزو ۽ ڪوريجا جي ڳوناڻن گڏجي وليج ڪائونسل گوزو جو بنياد رکيو ۽ اتفاق راءِ سان ڪاروباري ڪاميٽيءَ جا عهديدار مقرر ڪيا.

## وليج ڪائونسل سيڪات ۽ بائو ديرو

سيڪات (تعلقه هالا) ٢٥ آڪٽوبر : رئيس حاجي خير محمد جي بنگلي تي حاجي احمد سمي جي ڪوشش سان اٽڪل ۾ سؤ ڳوناڻن گڏجي وليج ڪائونسل سيڪات جو بنياد وڌو ۽ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جا عهديدار مقرر ڪيا.

ساڳي طرح ساڳي تعلقي جي ڳوٺ بائوديرو ۾ بتاريخ ١١ نومبر ڳوناڻن حاجي علي محمد جي صدارت هيٺ گڏجي وليج ڪائونسل جو بنياد رکيو ۽ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جا ميمبر مقرر ڪيا.

## جمهوري ريڊيا

ٺٽو ١١ نومبر : ڊپٽي ڪمشنر ٺٽو، يونين ڪائونسلن جي چيئرمنن درميان يارنهن ريڊيو سيٽ تقسيم ڪيا جيڪي ڳوناٽي عوام کي زماني جي رفتار ۽ ڪا ڳالهين کان بروقت آگاه ڪندا.

## ٣٥٠ رپيا انعام

جاتي ٣ آڪٽوبر : تعلقه ڪائونسل جاتي جي دستوري ميٽنگ ۾ چانورن جي في ايڪڙ وڌيل پئداوار جي نسبت سان آبادگارن کي حوصله افزائي خاطر نمبر وار ۾ ٻه سؤ رپين ، سؤ رپين ۽ پنجاه روپين جي ٽن انعامن ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ويو .

## ٽيليگراف آفيس

ٺٽه ٣١ آڪٽوبر : ضلع ڪائونسل جي ميٽنگ منعقد ٿي ، جنهن ۾ تعلقه ڪائونسل جاتي طرفان ٽيليگراف آفيس کولڻ متعلق پيش ڪيل رٿ تي غور ڪيو ويو ۽ يڪراءِ فيصلو ڪيو ويو ته واسطيدار محڪمه کي گذارش ڪئي وڃي ته هو جلد از جلد جاتي ٽيليگرام آفيس ۽ ٽيليفون ايڪسچينج قائم ڪرڻ جو انتظام ڪري .

## وليج ڪائونسل جهوڪ

جهوڪ ١٥ نومبر : ڊپٽي ڊئريڪٽر اين . ڊي . او. ٺٽه ۽ ڊيولپمينٽ آفيسر سجاول بنورو ڊيولپمينٽ ايريا، وليج ڪائونسل جهوڪ شريف جو بنياد رکيو .

## ڊسپينسري ، لئبرري ۽ مڊل اسڪول

ٻنه يونين ڪائونسل جي چيئرمن ۽ ميمبرن هڪ ڊسپينسري هڪ لئبرري ۽ هڪ ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن لاءِ مڊل اسڪول قائم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي جنهن لاءِ ٻن لکن رپين جي خرچ جو تخمينو لڳايو ويو آهي ۽ ماڻهن کان چندي وٺڻ جو ڪم شروع ڪيو ويو آهي . يونين ڪائونسل ڇوڪرين لاءِ ٻنه ۾ جداگانه اسڪول قائم ڪرڻ لاءِ سوچي رهي آهي .

## همدرد ڳوٺاڻا

ڳوٺ ڪرم خان نظاماڻي تعلقه هالا جي ڳوٺاڻن همدردي طور پاڻ ۾ ڦوڙي ڪري ٻه سؤ رپيا ڪٺا ڪيا ۽ مشرقي پاڪستان جي طوفان زده عوام جي مدد لاءِ پيش ڪيا .

## تعليم بالغان

پنهنجي مدد پاڻ ڪرڻ جي اصول هيٺ ڳوٺ سڌار ترقياتي ايراضي ميهڙ ۾ شاه آباد ، فريد آباد ، بليدائي ، بالي شاه ، راڏڻ ۽ قاضي محمد اشرف ۾ بالغن جي تعليم جا مرڪز قائم ڪيا ويا آهن .

## هڪ پل

ڳوٺ قائم شاه آگرو ترقياتي ايراضي ميهڙ ۽ مريد تنيو جي ڳوٺاڻن پنهنجي مدد پاڻ ڪري هڪ پل ٺاهي آهي جنهنڪري آمد و رفت ۾ وڏي سهوليت ٿي پيئي آهي .

## وليج ڪائونسل جا ڪارناما

ڳوٺ سرائي صوبو خان منگسي جي وليج ڪائونسل پنهنجي مدد پاڻ ڪري ڳوٺ ۾ روشنيءَ جي بندوبست لاءِ ٻن سون رپين جا فانوس خريد ڪيا آهن .

لئبرري جي جڳه سرائي غلام رسول چيئرمن وليج ڪائونسل مهيا ڪئي آهي ۽ ڪتاب ڳوٺاڻن امداد طور ڪٺا ڪيا آهن .

## هڪ ميل ڊگهو رستو

مير پور خاص ١٢ نومبر : ڳوٺ ڪاڪ بنگلو تعلقه مير پور خاص جي ڳوٺاڻن پنهنجي مدد پاڻ ڪري ، ٻن ڏينهن اندر اٽڪل هڪ ميل ڊگهو رستو ٺاهي ڇڏيو آهي . ڇوٽو خان راجپوت، محمد عالم خان، مولوي صاحب خان ۽ سلطان خان، ڳوٺاڻن رهبرن چڱو ڀرو ورتو ۽ هر ممڪن مدد ڪئي .

## هڪ رستو چار ڦڙديون

دادو ١٢ نومبر: ترقياتي ايراضي جوهي جي ڳوناٺن آمد و رفت کي بهتربنائڻ لاءِ سيپٽمبر دوران اڍائي ميل ڳنڍيندڙ رستو تعمير ڪيو ۽ چار ڦڙديون مڪمل ڪيون.

## ڳوٺ سڌار تربيت

سيپٽمبر ۾ ڳوٺ سڌار تربيت گاه ٽنڊو جام ۾ ١٠٠ مرد ۽ ٦٠ عورتون تربيت لاءِ چونڊيون ويون. انهن کي زراعت ۽ معاشرت جي مختلف مضمونن جي عملي تربيت (نئين نصاب مطابق) ڏني پئي وڃي.

بنيادي جمهوريت خيرپور ....

## تعلقي ڪائونسل جي ميٽنگ

گنبٽ ١٩ نومبر: تعلقه ڪائونسل جي ميٽنگ ٿي گذري جنهن ۾ ترقياتي ايراضي گنبٽ جي ڳوٺ سڌار ميلي کي ڪامياب بنائڻ لاءِ جدا جدا ڪمن جي نظرداري لاءِ ڪاميٽيون بنايون ويئون.

ميٽنگ ۾ پيش ڪيل رٿن مان جيڪي مکيه رٿون پيش ٿيون تن مان هڪ رٿ شهر کهڙا جي زناني اسڪول لاءِ بحال ٿي جنهن لاءِ کهڙا ٽائون ڪاميٽي جي چيئرمن پنهنجي جڳهه بنان مسواڙ ڏيڻي ڪئي.

## سيڪٽر آفيسرن جي ميٽنگ

لاڙڪاڻو ١٩ نومبر: لاڙڪاڻي جي ضلع ڪائونسل هال ۾ ١١ تاريخ سيڪٽر آفيسرن جي ميٽنگ منعقد ٿي، جنهن ۾ ڪمشنر خيرپور پنهنجي صدارتي تقرير ۾ زرعي پيداوار وڌائڻ جي اسڪيم جي اهميت ڄاڻائيندي بيان ڪيو ته پاڪستان جهڙي زرعي ملڪ لاءِ اها ڳالهه شانائتي نه آهي ته ٻين ملڪن کان پيٽ پالڻ لاءِ اناج جي خيرات گهرندو رهي. اسان کي محنت، مشقت ۽ امداد باهمي کان ڪم وٺي جلد از جلد انهيءَ ڪمزوري جو خاتمو ڪرڻ گهرجي. حڪومت انهي متعلق مزيد تاخير ۽ تساهل پسند ڪري نٿي سگهي.

ميٽنگ ۾ ڊويزن ۽ ضلعي جي متعلق کاتن جي سينئن آفيسرن شرڪت ڪئي هئي.

ميٽنگ ۾ زرعي سڌاري متعلق اهم مسئلن تي سوچيو ۽ بحث مباحثو ڪيو ويو.

## تعلقه ڪائونسل ميرواه

نري ٢٣ نومبر: تعلقه ڪائونسل مير واه جي پنجين ميٽنگ مختيارڪار مير واهه جي آفيس نري ۾ ٿي جنهن ۾ ايجنڊا تي آيل رٿن مان هيٺيون رٿون يڪراءِ بحال ڪيون ويئون:

١. يونين ڪائونسلن کي گرانٽ وغيره جا پئسا خيرپور بدران سب ٽريزري آفيس نري مان ملڻ کپن.

٢. اختياري وارا آبدارن کي تاڪيد ڪن ته رستن ۾ پاڻي پچڻ نه ڏين ۽ خلاف ورزي ڪندڙن تي قانون مطابق ڏنڊ وڌا وڃن. راڻي پور، بوزدار، بوزدار- نري ۽ ٽنڊو مير عالي رستن تي جلد ڌيان ڏجي.

٣. اختياري وارن کي گذارش ڪئي وڃي ته پبلڪ جي دقت دفع ڪرڻ لاءِ جلد ئي نري مير واه جي ڪورٽ ۾ جج مقرر ڪن.

٤. حڪومت کي استدعا آهي نه اهڙو قانون نافذ ڪري جنهن مطابق هرهڪ مسلمان کي لازمي طور نماز پڙهڻي پوي.

٥. اختياري وارن کي لکجي ته شادي جي نون قانونن جي ڪاپي هر هڪ يونين ڪائونسل جي آفيس ۾ موڪلين.

٦. ضرورتمندن خاطر ڪيتي وغيره جي ترقيءَ لاءِ آساني سان قرض ملڻ ۽ پول وغيره جي مرضن کان نجات حاصل ڪرڻ واسطي هر هڪ يونين ۾ هڪ ڪو آپريٽو سوسائٽي قائم ڪجي ۽ محڪمہ امداد باهمي جي آفيسرن کي گذارش ڪجي تہ يونين جي ميٽنگن ۽ ٻين موقعن تي اچي عوام کي مفيد مشورن کان آگاه ڪري مهل سر مدد ڪن.

## يونين ڪائونسل ٽيڙهي

ٽيڙهي جي يونين ڪائونسل ٽيڙهيءَ ۾ واپار جي سهوليت لاءِ اعليٰ مقصدن جي مد - نظر پنجهتر هزار روپين جي تخميني طور ڳلات سان هڪ مارڪيٽ تهرائڻ جي رٿ بحال ڪئي آهي. مارڪيٽ تقريباً ١٢ مهنن ۾ تهي راس ٿيندي. انهيءَ بعد منجهانئس ڏهہ هزار روپيہ ساليانو آمدني ٿيندي ۽ ان جو انتظام يونين ڪائونسل جي حوالي رهندو.

## تعلقہ ڪائونسل خيرپور

خيرپور ٢٦ آڪٽوبر: مسٽر ڪرم الله ميمڻ ڊپٽي ڪليڪٽر خيرپور ۽ چيئرمن تعلقہ ڪائونسل جي صدارت هيٺ تعلقہ ڪائونسل خيرپور جي ميٽنگ ٿي گذري جنهن ۾ هيٺيون رٿون يڪراءِ بحال ڪيون ويئون:

(الف) يونين ڪائونسل جا سڀيئي ميمبر هفتہ روزه پاڪ جمهوريت لاهور کي پنهنجون پوسٽل ائڊريسون موڪلين.

(ب) پيرڳوٺ کان رپڙي وايا احمد پور جو تقريباً ١٠ ميل ڊگهو رستو مرمت طلب آهي جنهن لاءِ ضلع ڪائونسل کي پرزور سفارش ڪئي وڃي.

(ج) خيرپور کان رپڙي ۽ گنبت وارو رستو وايہ ٽنڊو نظر علي تهرائڻ لاءِ ضلع ڪائونسل کي سفارش ڪئي وڃي.

(د) تعلقي جي سڀني يونين ڪائونسلن لاءِ هڪ جهڙا بورڊ تهرايا وڃن ۽ کين هڪ جهڙي اسٽيشنري مهيا ڪئي وڃي.

(هہ) هفت روزه ”پاڪ جمهوريت“ جي اشاعت سنڌي ۾ بہ ڪئي وڃي.

## وليج ڪائونسل مسوحب

لاڙڪاڻو ٢٦ آڪٽوبر: مسٽر محمد ملوڪ ميراڻي ميمبر يونين ڪائونسل عاقل جي صدارت هيٺ ڳوٺ مسوحب جي ڳوٺاڻن جي ميٽنگ ٿي گذري. ميٽنگ ۾ رسمي تعارف بعد وليج ڪائونسل جو بنياد رکيو ويو. عهديدار چونڊيا ويا ۽ صلاحڪار ڪاميٽيءَ جا ڏهہ ميمبر مقرر ڪيا ويا.

## پرائمري اسڪول بلڊنگ

ڳوٺ سيٺارجا بالا ۾، يونين ڪائونسل جي هڪ ميمبر جي زمين ۾ پرائمري اسڪول جي بلڊنگ تعمير ڪئي ويئي آهي.

## ٥ ميل ڪچا رستا، ڪائونسل هال ۽ ڊسپينسريون

يونين ڪائونسل محمود چنہ جي ڪائونسل هال جي جاءِ زير تعمير آهي. ڪائونسل رپڙي جي دواخانہ لاءِ ٢٣٧ روپين ۽ سمي جي شفاخانہ لاءِ هڪ هزار روپين جا شاندار چندا ڪنا ڪيا آهن ۽ اجا بہ چندن گڏ ڪرڻ ۾ مصروف آهي ۽ هن ڳوٺ خليفو هريا ۽ سيد جي ڳوٺ کي سمي ساڳيون جي شاهي سڙڪ سان ملائيندڙ بہ ڪچا رستا ٢ ۽ ٣ ميل جملہ پنج ميل تهرائي چڏيا آهن.

## چنڊ تارا ڪلب ائسوسيئشن

گهوٽڪي ٢٧ نومبر: گهوٽڪي ۽ پني عاقل جي ڇهن اسڪولن جون چنڊ تارا ڪلبون ڳوٺ سڌار آفيس گهوٽڪي ۾ گڏ ٿيون. چنڊ تارا سرگرمين جي مقابلي ۾ چنڊ تارا ڪلب پورڙا پهريون نمبر آئي. راڳ روپ جي مجلس ۾ راضو مهر ڪلب جي هڪ تاري محمد رمضان پاڻ ملهايو. آخر ۾ گهوٽڪي ايريا چنڊ تارا ڪلب ائسوسيئشن جو بنياد رکيو ويو ۽ عهديدار چونڊيا ويا.

———o———

# منهنجي پسند

عبدالستار چانڊيو * *

* جيڪي ڏنائون، سو سيوئي صحت،
۽ چؤ آزار ان کي، مڪي مصيبت،
ڪهڙ قربت، کونڻ ۾ پرين جي.

* تون صاحبزادو سپرين، آءٌ نسورو نوڪر،
بيحد ڪريان بندگي، هٿ ٻڌي حاضر،
دائم ڇڏيندس ڪين ڪي، دوست اوهان جو در،
مون تان مهر نظر، پرين لاهه ۾ پنهنجي.

* * * * يتائي رحه

سومرو عبدالغني "خاڪ" *

* سرمو سياهيءَ جو، رنن کي رهاءِ،
ڳاني ڪارائيءَ جي، مڙس تنيءَ ۾ پاءِ،
اکين ۾ اڪاءِ، لالائي لالن جي.

* نهائينءَ کان نينهن، سک منهنجا سپرين،
سڙي سارو ڏينهن، ٻاهر ٻاڦ نه نڪري.

* * * * يتائي رحه

شمس الدين نصرپوري * *

* ليلا ليلائيج، اٽني ماڳ منٿ جو،
جي ليلائي نه لهين، تاپڻ ليلائيج،
آسر ۾ لاهيج، سڄڻ سڀاجهو گهڻو.

* ستر ڪج ستار، آءٌ اگهاڙي آهيان،
ڍڪج ڍڪڻهار، ڏيئي پاند پناهه جو.

* * * يتائي رحه

ايس خالد حسين * *

* ڏئي ڏينهن ڏيام، ڪه جاڻان ڪهڙا پرين،
سهسين سچ الهي، واجهائيندي ويام،
تن ري سال پيام، جن ري ساعت نه سهان.

* مون مارينديٰ سپرين، اچين جي تون هاڻ،
ڪريان روح رهاڻ، لکن منجهه "لطيف" چئي.

* * * يتائي رحه

منير احمد ميمڻ * *

* ملا انهيءَ منڊ جو، چڪو جي چکين،
ڪارنهن ڪٿي ڪنڊ ۾، وينو منهن مکين،
سبق سي ئي سکين، جي سوڀائتن سکيا.

* حسبي ۽ حسبي، زاهد پڙهين زور سان،
جي ڏسين حسن حبيب جو، ترڪ ڪرين تسبيح،
ڪم نه ڪنهن ڪسبي، سڄڻ سرڙا مست ۾.

* * * سچل سائين

غلام قادر ميمڻ * *

* چشمن جي چمڪار، ساهه سندم سوگهو ڪيو،
ويهي واڻڙين تي، رڙان زارو زار،
هوت اچج هيڪار، اگڻ آسروند جي.

* لکيو موتي مون، ڪاغذ قربين ڏي،
"آهين تون ئي تون، ٻئي جو ناهم آسرو."

* * * سچل سائين

لطف علي ڪيهر *

* اديون ڙي! اڻ جهل، اصلئون ٻار ٻروچڪا،
جئن جئن پيرن تي ٻوان، جهليون ڏين نه جهل،
هوت اهي "حمل" چئي، اٽانگا اڻ تل،
ڪيائون ڪانه ڪهل، مارينديٰ معذور ڪي.

* ٻانيڻ عشق ٻروچ جي، ٻاهه وڏي پرڙي،
ٻاهڻ سڀ پٽي وڏا، پڀ ڪرڙيون ڪرڙي،
رائي تپي روهه جي، پير وڌس پرڙي،
سيني پير سرڙي، "حمل" وجي پئي هوت ڏي.

* ڏيرن جي ڏمرجا، اکهين هل هوا،
اچ اهي ئي آئيا، جي تني سيڻ سئا،
"حمل" هوتاڻن جا، اچي پير پيا،
ڪانهي ڪل اهان، ته ڪيمٽيءَ سان ڪيئن ڪندا.

* سرتيون سپيئي، وچئون وات وري ويون،
"حمل" هلي هيڪلي، سسئي سر ڏيئي،
ڪٿي پير پنهل جو، پٺيءَ تن پيئي،
وچڻ کي ويئي، موتي موٽي ڪينڪي.

* * * حمل خان لغاري

( آنڊل صفحہ ٦ تان )

ايتري ۾ قيس بن هبيره ۽ خالد وانگر ٻئي پاسي کان اهڙو تہ اچي رومين تي ڪِريو، جو باوجود ڪوشش جي رومين جي فوج بيهي نہ سگهي. سنڌن صفن جي ترتيب گهڻي قدر بگڙي ويئي. انهيءَ وقت سعد بن زيد پڻ زوردار حملي سان اڳتي آيو. پوءِ تہ رومين جا پير اکڙي ويا ۽ بد حواس ٿي پٺتي پچندا ميدان جي ڇيڙي جي هڪ پاڻيءَ جي شاخ تائين آيا. ٿوريئي دير ۾ اها شاخ رومين جي لاشن سان ڀرجي ويئي ۽ سڄو ميدان خالي ٿي ويو. تاريخ طبريءَ جي لکت موجب هن لڙائيءَ ۾ هڪ لک کان زياده رومي مارجي ويا ۽ ٽن هزار مسلمانن شهادت جو درجو ماڻيو. قيصر اها خبر ٻڌنديئي شام کي الوداع ڪري قسطنطنيہ ڏانهن رخ رکيو. ٻئي طرف حضرت عمر، جو انتظام ۾ بيقرار هو سو فتح ٿي خوشخبري ٻڌي سجدي ۾ ڪري ۽ پيو الله جو شڪرانو ادا ڪيو.

---

( آنڊل صفحہ ١٣ تان )

دستي نل لڳايا وڃن تہ جيئن عورتن کي پاڻي ڀرڻ لاءِ کوهن تي نہ وڃڻو پوي. جيئن کي پاڻ جي کڏن تائين کڻي وڃڻ لاءِ هڪ ننڍي گاڏي نهايت مفيد ثابت ٿيندي. چوڪرا ۽ چوڪريون وڻ پوکين، مرغي خانہ قائم ڪن ۽ چوپائي مال کي گهرن کان ٻاهر ٻڌن. اهڙي طرح عورتن کي گهٽ ڪم ڪرڻو پوندو ۽ گهر بہ صاف سٿرا رهندا.

## گهريلو صنعتون

ڳوٺن جي روايتي صنعتن ۽ دست ڪارين کي بحال ڪيو وڃي. هن سلسلي ۾ خواتين ڪارڪن زنانا مرڪز کولين جن ۾ عورتن ۽ چوڪرين کي ڪپڙي ۽ چمڙي تي گل ڦل ۽ ولين پرڻ، سبڻ، ڳنڍين بنائڻ، ڪارن ناهڻ، نواڙ بنائڻ، صابڻ ناهڻ، ڪڪڙين، ماکي جي مکين ۽ ريشم جي ڪيڙن کي پالڻ جي تربيت ڏني وڃي.

ڪشيده ڪاريءَ کي خواتين جو هڪ اهم ثقافتي ورثو سمجهو وڃي ٿو. صرف ڊيزائن ۾ جدت ۽ نفاست جي ضرورت آهي. تيار شده سامان جي گهرج پاڪستان جي وڏن شهرن ۽ ٻاهرين ملڪن ۾ گهڻي آهي. "اپوا" هن ڪم ۾ مدد ڪري سگهي ٿي. "اپوا" کي گهرجي تہ هر هنڌ اهڙا مرڪز کولي جتي عورتن جون بنايل شيون نمائش لاءِ رکيون وڃن. اسين ڳوٺائين عورتن کي ڊزائن متعلق هدايت ڏيئي سگهون ٿا، مگر ٻارن جو احتياط، خانداني منصوبہ بندي ۽ تعليم صرف "اپوا" ئي ڳوٺن ۾ عام ڪري سگهي ٿي.

بنارسي ريشم تي سون ۽ چاندي جي ڪشيده ڪاري، ساٽن تي آٽڻ جو ڪم، پنجابي ڪشيده ڪاري، اپرسنڌ ۽ ڪوئٽہ جي شيشيدار گل ڪاري جا زنجيرا، بنگال ۾ ناري ڪتڻ جو ڪم صرف عورتون ئي ڪن ٿيون. ٽانو ناهڻ، ريشمي ۽ سوٽي ڪپڙا اڻڻ، چوپايو مال ۽ مرغيون پالڻ اهو سڄو ڪم عورتن جي ئي حوالي آهي.

عورتن جي دستڪاري جي مرڪزن جي مدد لاءِ ڪوآپريٽو ادارا بنائي سگهجن ٿا ۽ عورتن جي ٺاهيل شين کي فروخت ڪرڻ لاءِ شهر ۾ دڪان قائم ڪري سگهجن ٿا.

## اوليون ۽ آخرين گذارش

شهري خواتين جي خدمت ۾ عرض آهي تہ هو ڳوٺن ڏانهن رخ رکن ۽ پنهنجي خدمتن ذريعي ملڪ جي عورتن کي تعليم يافتہ، خوش حال ۽ صحت مند بنائين تہ جيئن هو بہ ملڪ جي ترقيءَ جي ڏس ۾ مردن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي ڪم ڪري سگهن.

— — o — —

نواب بيگم سومرو



# ڏاج

اسلام جيترا حق عورتن کي ڏنا آهن ان کان وڌيڪ اڄ تائين ڪنهن بہ مذهب قوم يا ڪنهن ملڪ نہ ڏنا آهن؛ مگر هي بہ صحيح آهي تہ مسلمانن انهن حقن کي نظرانداز ڪيو آهي، ۽ وري ٻئي طرف جن مذهبن عورتن کي حق برائي نام ڏنا هئا تن عورتن کي عملي طور گهڻيئي حق ڏنا آهن ۽ ڏيئي رهيا آهن. مذهب کي ترڪ ڪندڙ مسلمان بہ آهن ۽ غير مسلم بہ؛ پر انهيءَ ڏس ۾ مسلمان هيٺ ڪري رهيا آهن ۽ غير مسلم عروج تي پهچي رهيا آهن.

مذهب ترڪ ڪرڻ متعلق ٻنهي طبقن جو رويو اسان جي اکين اڳيان آهي. هوڏانهن ڪافر اسلامي اصولن تي عمل ڪري رهيا آهن ۽ مسلمان وري ڪافرن جون رسمون پنهنجون بنائي رهيا آهن.

مثال هندو ڌرم ۾ ڌيءَ لاءِ جائداد جي وارث ۾ ڪوبہ حصو جائز نہ آهي، ان ڪري هو هن جي تلافي ڏاج ڏيڻ سان پوري ڪندا آهن. مسلمانن بہ انهن جي رسم کي ڏسي پاڻ بہ ڏاج ڏيڻ شروع ڪري ڏنو آهي- گهڻئي خاندان ڌيءَ کي پورو ڏاج ڪونہ ڏيندا آهن، مگر انهن خاندانن جو تعداد بلڪل ٿورو آهي. ٻيا سڀ خاندان ڏاج ڏيڻ ايترو تہ ضروري سمجهندا آهن جو انهيءَ کانسواءِ شادي کي مڪمل ئي نٿا سمجهن.

هاڻي غور ڪرڻ گهرجي تہ هندو پنهنجي ڌرمي اصول کي ترڪ ڪري رهيا آهن، ۽ هن خال کي وري اسلامي اصولن سان پري رهيا آهن، ۽ هنن جي مقابلي ۾ مسلمان وري هندوئاڻي اصول تي ڄميا ويٺا آهن. جڏهن کين قانون مجبور ڪري ٿو تہ پوءِ ڇوڪريءَ کي ورثو ڏين ٿا، مگر ڏاج ڏيڻ جي تہ اهڙي عادت پئجي ويئي اٿن جو هميشه ان جي فڪر ۾ ٻڏل هوندا آهن. انهيءَ جو نتيجو هي ٿو نڪري تہ جڏهن سندن گهر ڌيءَ پيدا ٿئي ٿي تڏهن ان کي جاهلن وانگر وڏي مصيبت تصور ڪن ٿا.

اها اميد ڪئي ويئي هئي تہ جڏهن مسلمانن کي خبر پوندي تہ ڏاج هندئاڻي رسم آهي تہ پوءِ هو اها رسم ضرور ترڪ ڪندا، مگر هنن تہ هاڻي مرڳوئي ڏاج کي رسول جي سنت ڪٿي قرار ڏنو آهي.

وري سيني کان وڌيڪ دلچسپ استدلال ڏاج جو سنت هئڻ تي هي آهي تہ حضور ڪريم جن بيبي فاطمہ زهره کي ڏاج ڏنو هو. ڏاج ۾ کٽ، مٽيءَ جا دلا، هاٿيءَ جي ڏندن جا ڪنگڻ، چانديءَ جو هار، ۽ ٻيون شيون شامل هيون؛ لهذا ڏاج کي مٿيون ثبوت ڏيئي سنت ٺهرايو ويو. تنهن ڪري سنت کان سواءِ دين مڪمل نہ ٿي سگهندو، ۽ ڏاج کان سواءِ ازدواج مڪمل نہ ٿي سگهندو، ۽ اهڙي طرح هندئاڻي رسم مسلمانن جي هڪ رسم بنجي ويئي.

## حق مهر جي صفائي

توهان وٽ خدا جو ڪتاب موجود آهي. حديثن جا دفتر موجود آهن. هر مشرب جي فقہ جا ڪتاب موجود آهن. توهان کي حق مهر جي تصريح انهن ڪتابن مان ملندي. قرآن شريف حق مهر کي فرض، صدقي ۽ اجر جو درجو

ڏنو آهي. حديث شريف ۾ هن کي صداق ۽ مهر پڻ چيو ويو آهي. فقہ جي ڪتابن ۾ هن جا مستقل باب موجود آهن، ۽ هن کي هرهنڌ واجب الفرض ٺهرايو ويو آهي، ايتري قدر جو مسند احمد جي روايت آهي ته:-

”جو شخص ڪلي طرح ڪنهن عورت سان مهر تي نڪاح ڪري ٿو مگر سندس نيت ان مهر کي ادا ڪرڻ جي نه ٿي ٿئي ته ان جو شمار زانين ۾ ڪيو ويجي ٿو.“

۽ قرآن شريف ۾ ته بار بار تاڪيد ڪئي ويئي آهي ته عورتن کي سندن مهر خوشيءَ سان ڏيو. غرض ته مهر جا سڀ احڪام قرآن ۾، حديثن ۾ ۽ فقہ ۾ واضح ڪيل آهن مگر انهن ڪتابن ۾ ڏاج جو ڪنهن هنڌ به بيان ڪيل نه آهي. هاڻي ٻڌايو ته ڏاج ڏيڻ سنت ڪيئن آهي؟

يا ته هن تي غور فرمايو ته رسول ڪريم جن کي ٽي صاحبزاديون هيون، مگر توهان هي ڪڏهن ٻڌو آهي ته رسول پنهنجي نياڻين کي ڪجهہ ڏاج ڏنو؟ ٻين بيشمار اصحاب سڳورن جون شاديون ٿيون. ڇا انهن جي ازدواج پاڻ سان گڏ ڏاج آندو هو؟ ٿورو عقل تي زور ڏيئي سوچيو ته ڏاج جو ذڪر صرف ازدواج فاطمہ کان سواءِ ٻئي ڪنهن به هنڌ نه آيو آهي. ائين ته ناهي ته حقيقت ڪجهہ ٻي هجي؟

## حقيقت

هن کان انڪار نٿو ڪري سگهجي ته رسول ڪريم جن مٿيون ذڪر ڪيل شيون فاطمہ رضہ کي نه ڏنيون هجن. هي شيون حقيقت ۾ ڏاج طور نه ڏنيون ويون هيون. ڏاج جو ته ان دور سان ڪو واسطو ئي ڪونہ هو. حضور جن فاطمہ رضہ ۽ حضرت علي جي شادي وقت هي شيون پنهي سڳورن کي ڏنيون. اهو انهيءَ لاءِ ته حضرت علي کي ڪو گهر ڪونہ هو، ان ڪري حضور جن حضرت علي کي گهر بنائڻ لاءِ پنهنجي نياڻي معرفت اهي شيون ڏنيون هيون. جيڪڏهن حضرت علي کي گهر هجي ها ته پاڻ ايترو ڪجهہ نه ڏين ها.

حضرت ابو العاص رضہ جن وٽ گهر اڳيئي هو، تنهن ڪري رسول جن بيبي زينب رضہ جي شاديءَ وقت اهڙو انتظام نہ ڪيو.

سيد عثمان رضہ جو گهر پڻ موجود هو تنهن ڪري رسول جن کي بيبي رقيہ ۽ ام ڪلثوم جي شاديءَ وقت اهڙي اهتمام ڪرڻ جي ضرورت نہ پيئي. مگر حضرت علي جي حيثيت انهن سڀني کان مختلف هئي. حضرت علي جن رسول صہ جن سان هميشہ گڏ رهندا هئا. شادي وقت هڪ انصاري حضور جن جي خدمت ۾ حضرت علي لاءِ گهر پيش ڪيو. ان سان گڏ رسول جن نئين گهر کي آباد ڪرائڻ لاءِ اهي شيون ڏنيون. هي ڏاج نہ هو، هي ته صرف گهر کي آباد ڪرڻ جو انتظام هو. جيڪڏهن هي ڏاج هجي ها ته رسول جن پنهنجن سڀني صاحبزادين کي ڏين ها.

هي آهي اصلي حقيقت جنهن کي ڏاج جي نالي سان سڏيو ويجي ٿو ۽ انهيءَ کي رسول جي سنت سمجهيو ويجي ٿو.

هن جي ڏاج نہ هئڻ جو هڪ ٻيو دليل هي آهي ته خديجه رضہ جي متروڪات کان سواءِ ٻيون شيون رسول جن ڪٿان مهيا ڪيون؟ حضور جن حضرت علي کان حق مهر اڳ ۾ئي حاصل ڪيو هو. هو هڪ خطيہ زره هو، جو حضرت علي جن حضرت عثمان جن کي سوا سؤ رپين ۾ (پنج سو درهمن) ۾ ڏنو هو. اها رقم حضرت علي رسول ڪريم جن جي اڳيان اچي پيش ڪئي جنهن مان حضور اهي شيون خريد ڪري کين گهر آباد ڪرڻ لاءِ ڏنيون. ڇا ڏاج هن صورت کي چئبو؟ جيڪي ماڻهو ڏاج

کي سنت سمجهن ٿا انهن کي گهرجي ته هو مهر حاصل ڪري ڏاج مهيا ڪن .

### غلط فهمي جي جڙ

هاڻي هن تي غور ڪريو ته هيءَ غلط فهمي پيدا ڪيئن ٿي ؟

هڪ روايت ۾ آهي ته :

”جهز رسول الله صلي الله عليه و سلم

فاطمه رض في خميل . . . . . . .“

حضور جن فاطمه لاءِ فلاڻيون فلاڻيون شيون مهيا ڪيون .

هتي جهز جي معنيٰ کي ڏاج ڏيڻ سمجهيو ويو ، ۽ آهستي آهستي اها غلطي زور ٺيندي ويئي ۽ آخر ماڻهن ڏاج کي سنت ڪري ورتو .

جهيز تجهيزاً جي معنيٰ آهي، سامان مهيا ڪرڻ . خواه اهو ڪنهن مسافر لاءِ هجي ، يا ڪنهن ڪنوار لاءِ هجي يا ڪنهن ميت لاءِ .

سوره يوسف ۾ آهي ته :

فلما جهز هم بجهاز هم . . . .

جڏهن يوسف رض پنهنجي ڀائرن جو سامان تيار ڪيو . . . . هتي ڀلا ڪير ترجمو ڪندو ته جڏهن يوسف رض پنهنجن ڀائرن کي ڏاج ڏنو ؟ جيڪڏهن اسين ” ميت جي تجهيز “ لفظ چئون ٿا ته ان مان ڏاج جي معنيٰ نٿي نڪري ؟

اها ساڳي حالت ڪنوار سان آهي . جيڪڏهن والدين پنهنجي ڌي کي رخصت وقت ڪجهه پيار سان شيون ڏين ٿا ته ان جو مطلب ڏاج ٿيندو ڇا ؟

رسول جن ته گهر آباد ڪرڻ لاءِ هي شيون فاطمه رض کي ڏنيون هيون . حضور جن ڪڏهن به ڪنهن جلسي ۾ ڏاج ڏيڻ جو حڪم نه ڏنو هو ۽ نڪي ڪا ترغيب ڏني هئي . هي ڦاهو پنهنجي ڳچي ۾ پاڻ وجهي اسان پاڻ کي مشڪلاتن ۾ ڦاسايو آهي . اسان پنهنجي لاءِ پاڻ ئي تڪليفون ۽ مشڪلاتون پيدا ڪريون ٿا . ڏاج جي فڪر ۾ غمگين ٿيڻ ۽ ڌين کي پنهنجي لاءِ مصيبت سمجهڻ اسلامي رسم نه آهي . اسين پاڻ کي ڏاج جي رسم ۾ جڪڙي ڇڏيو آهي .

### تمثيلون

هندستان جي بهار صوبي جي مسلمانن ۾ هي هندوانٽي رسم اڃان موجود آهي ، جنهن کي ” تلڪ “ چوندا آهن ؛ تلڪ جي معنيٰ ڇوڪري جي تجارت سان مناسبت رکي ٿي . هن صوبي ۾ گهوٽيتا شاديءَ لاءِ ڪنواريتن کي چوندا آهن ته فلاڻيون فلاڻيون شيون ڏاج ۾ ڏجو ، ۽ هيتري رقم ڏيو . ڪنواريتا پنهنجي ڇوڪريءَ جي جوانيءَ جو خيال ڪري مجبوراً هي شرط منظور ڪن ٿا ۽ اهڙي طرح ڏاج جي رسم سان گڏ شادي ٿئي ٿي . هر هنڌ نڪاح جي خطبي ۾ هي پڙهيو ويندو آهي ته النڪاح سنتي و من رغب عن سنتي فليس مني انڪاح ( نڪاح منهنجي سنت آهي ۽ جو منهنجي سنت کان منهن ڦيريندو سو منهنجي جماعت مان نه آهي ) ليڪن اتباع سنت جو هيءُ انداز پڻ قابل دادآهي ته نڪاح سان گڏوگڏ ” تلڪ “ جو شرط پڻ منظور ڪيو وڃي .

هي عام قاعدو آهي ته جڏهن فروغ ڏيڻ تي زور ڏبو آهي تڏهن اصول کان بي ڌياني ٿي ويندي آهي، جڏهن غير ضروري شئي کي لازمي سمجهبو آهي، ڪڏهن ضروري شئي رهجي ويندي آهي. هن سان به هي حال آهي. هڪ غير ضروري ڏاج کي لازمي ٺهرايو ويو آهي، جنهن جي اثر هيٺ مهر جهڙي ضروري شئي هڪ بي جان ۽ بي اثر رسم بنجي وئي آهي. جتي ڏاج تي زور ڏنو وڃي ٿو اتي مهر جي حالت قابل-رحم بنجيو وڃي ٿي. بهار صوبي ۾ گهٽ ۾ گهٽ چاليهه هزار روپيه "دين جي مهر" لاءِ رکيا وڃن ٿا، پوءِ ڪٿي گهوٽ ۾ چاليهه هزار روپين ڏيڻ جي وسعت نه هجي؛ مگر نڪاح نهايت ناز سان ٿيندو آهي. نتيجي ۾ ضروري شئي غير ضروري بنجي ٿي وڃي ۽ مهر ڪڏهن به ادا نٿي ٿئي، ان ڪري بهار صوبي ۾ هن کي دين-مهر چوندا آهن يعني ڪڏهن نه لهندڙ قرض.

پنجاب ۾ هن وري هڪ ٻي شڪل اختيار ڪئي آهي يعني مهر لاءِ ٽيهه هزار روپيه سمجهيا ويا ۽ ان جو نالو "مهر شرعي" رکيو ويو، يعني هتي رقم گهٽ يا وڌ تي ته پوءِ مهر کي غير شرعي سمجهيو ويندو آهي، حالانڪ مهر جو معاملو هي آهي ته اها مڙس آسانيءَ سان ادا ڪري سگهي ۽ زال جي وقار کان به گهٽ نه هجي. مهر هڪ روپيي کان وٺي هڪ ڪروڙ روپين تائين ڏيئي سگهجي ٿي.

هي سڀ نتيجا هندوائي رسم کي سنت سمجهڻ جي اثر هيٺ نڪتا آهن. هن ڪري معاشي توازن ۾ نهايت خراب بگاڙو پيدا ٿيو آهي، ايتري قدر جو هن چڪر ۾ ڪئين خاندان تباه ۽ برباد ٿي ويا آهن. اهي خاندان ڏاج ڏيڻ لاءِ قرض کڻندا آهن، پنهنجون جائدادون گروي رکندا آهن ۽ آخرڪار قرض نه ادا ڪرڻ جي صورت ۾ هو پنهنجو وقار مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيندا آهن.

ان ڪري مسلمانن جو اهم فرض آهي ته هو هن غير ضروري ۽ هندوائي رسم کي ڪنهن نه ڪنهن نموني سان بلڪل ختم ڪري ڇڏين.

(ترجمو)

ممتاز زرين

# ميون جا ڪم

### ليمو

اسانجي ملڪ ۾ ڪافي ڪثرت سان ملندو آهي. هي آچار ۽ شربت ٺاهڻ جي ڪم ايندو آهي. هن جو آچار مزيدار ٿيڻ ڪانسواءِ فائديمند به آهي.

۱. گرم پاڻي ۾ ليمي جي رس وجهي پيئڻ گهرجي، دل جي سستي دور ٿي ويندي.

۲. جڏهن مريض کي بخار هجي ۽ انهي سان گڏ دوره پڻ، تڏهن ليمي جي رس ۽ گليسرين گڏي ڪپهه جا ڦها ٺاهي، انهيءَ کي ٻوڙي بيمار جي چپن ۽ وات ۾ وجهڻ گهرجي.

۳. ٿوري ٿڌي پاڻي ۾ ٿوري ليمي جي رس وجهي ڏند صفا ڪرڻ گهرجن.

۴. ليمي جي رس ۽ پاڻي گڏي انهي سان نهن صفا ڪرڻ گهرجن، نهن اهڙا صفا ٿيندا جو ڪڏهن ڪونه ٽٽا هوندا.

۵. هيانچي واري ماڻهو کي صبح جو هر روز ڪچو ليمو کائڻ گهرجي، انشاالله بيماري جلد دفع ٿي ويندي.

۶. ليمي جي رس ۽ لوڻ گڏائي انهي سان سوٽي ڪپڙي کي ڌوئجي. زنگ (ڪٽ) جو داغ جلد لهي ويندو ۽ ڪپڙي کي نقصان ڪونه پهچندو.

۷. مڇر، منگهڻ يا مک جي چڪ هڻڻ سان سور پيو محسوس ٿيندو آهي، اتي ٿوري ليمي جي رس لڳائي ڇڏجي، سور هڪدم لهي ويندو.

۸. هڪ گلاس ۾ پاڻي ۽ ليمي جي رس وجهي پيئجي، مٿي جو سور هڪدم لهي ويندو.

۹. پاڻي ۽ ليمي جي رس پيئڻ سان مٿي جو چڪر ۽ دل جو سور هڪدم جهڪو ٿي ويندو.

۱۰. رومال، چادرون، وهاڻي جون ڇهون وغيره تمام سخت ميريون ٿي وڃن ۽ انهن تي داغ لڳي وڃن ته ليمي جي رس ۽ گرم پاڻي سلائي انهي ۾ اهي سڀ ڪپڙا ٻوڙي ڇڏجن، تمام صاف ۽ سنا ڏيکي پوندا.

۱۱. ٻتل جي ٿانون کي ليمي جي رس سان صاف ڪجي ٿو ته انهن ۾ چمڪو پيدا ٿئي ٿو.

۱۲. جيڪڏهن سنگ مرمر جا پٿر دونهي سان ڪارا ٿي وڃن ته ليمي جي رس سان صاف ڪرڻ گهرجن، جلدي صاف ٿي ويندا.

۱۳. ليمي جي رس سان منهن جا موهيڙاءِ داغ دور ٿي سگهن ٿا.

۱۴. دم ۾، ماني کائڻ ۽ سمهڻ کان اڳ هڪ ليمي جي رس پاڻي ۾ وجهي پيئڻ گهرجي.

۱۵. بدهاضمي لاءِ به ڪارائتو آهي. معدي کي آرام ڏجي ۽ ٿوري پاڻي ۾ ليمي جي رس نچوڙي پي ڇڏجي، ضرور فائدو ٿيندو.

۱۶. مڇي جي ڪنڊي کان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ سهڻي طريقو هي آهي ته جيڪڏهن ڪنڊو نڙيءَ ۾ ڦاسي پوي ته ليمي جي رس پئجي، ڪنڊو ڳري هيٺ هليو ويندو.

۱۷. زڪام کي ختم ڪرڻ لاءِ بهتر آهي ته ليمي جي رس نڪ ۾ وجهڻ گهرجي زڪام جلدي ٺيڪ ٿي ويندو.

۱۸. مٿي جي خشڪي کي رفع ڪرڻ لاءِ ليمي جي رس مٿي ۾ ملڻ کپي. ڪيترا دفع ائين ڪرڻ سان خشڪي ختم ٿيندي.

## ٽماٽا

ٽماٽو اسانجي ملڪ ۾ ڪافي ڪثرت سان ملي رهيو آهي. آهي ته هڪ معمولي شئي پر ڏاڍي فائدي وارو آهي انهيڪري ڪافي تعداد ۾ فروخت ٿئي ٿو.

ٽماٽا، وڏن، ٻوڙهن ٻارن لاءِ مفيد ثابت ٿيا آهن، انهيڪري توهانکي کپي ته روزانه هڪ ٻه ضرور کائو، ٻاڻ ته کائو پر ٻين کي به کائڻ تي مجبور ڪريو.

ٽماٽن ۾ وٽامن "سي" ڪافي مقدار ۾ پاتي ويئي آهي، صحت لاءِ بيحد ضروري آهي. ڪمزور ۽ مريض لاءِ اڪسير آهي.

ٻي ضروري ڳالهه اها آهي ته هي رت کي صاف رکي ٿو، انهيڪري رت جون بيماريون ڪونه ٿيون ٿين.

ٽين ڳالهه ته هي ڏندن لاءِ مفيد شئي آهي، ڏندن کي مظبوط رکي ٿو.

جيڪي ٻار ڪمزور هجن انهن کي روزانه ٽماٽو چوسائڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته ٽماٽي ۾ اهي سڀ وٽئمن آهن جيڪي ٻار کي تندرست رکن ٿا، ازانسواءِ ٻارن جا ڏند به جلد نڪرن ٿا. آخر ۾ آءٌ اهو ضرور لکنديس ته ٽماٽو کائي ڪڏهن به پاڻي پيڻ نه گهرجي نه ته معدي جي خراب ٿيڻ جو امڪان آهي.

## صوف

هي هڪ نهايت ئي ڪارآمد ۽ فرحت بخش ميوو آهي. صوف جي تازي رس مٺي ميون کان بهتر آهي.

پاڻ کي تندرست رکڻ لاءِ صوف ضرور کائڻ گهرجي. معدي جي تيزابيت کي دور ڪرڻ لاءِ صوف جي تازي رس ضروري آهي. معدي جو خراب ٿيڻ، جگر ۽ گردن جي خراب ٿيڻ جي حالت ۾ صوف نهايت ضروري شئي آهي. انهي جي استعمال سان ڪابه بيماري ڪانه ٿيندي، پر هڪ ڳالهه ياد رکڻ ضروري آهي ته صوف جون کلون نه لاهڻ کپن، نه ته وٽئمنس گهٽجي ويندا.

## انگور

هن ۾ کنڊ گهٽي هوندي آهي، انهي کانسواءِ نهايت لذيذ هئڻ جي باوجود هي وٽئمنس سان پرپور آهي. جلدهضم ٿيڻ ڪري هي بيماريءَ لاءِ نهايت ڪارآمد شئي آهي، ليڪن اهڙي صورت ۾ سندس کلون نه کائڻ گهرجن. خشڪ انگورن ۾ کنڊ زياده ۽ تيزاب ٿورو ٿيندو آهي. هي قبض جي لاءِ نهايت ضروري شيءِ آهي انهيڪري کير سان کائڻ گهرجي.

——O——

ام النسیم

[سرائیکي افسانہ]

# رشتے

[معلوم رھے تہ ھے افسانہ سرائیکي دے صفحہ دي آخرین سوکڑي ھے۔ ھک اھم مصلحت دے مد۔ نظر سرائیکي دے کالم کون آئندہ واسطے ختم کیتا گیے ——— ایڈیٹر ]

”منی ! ابے مجبور کر چوڑیے ، نہ ویسان تہ ناراض تي ویسے . ھک ھفتائي تہ ھے، اک چنپ وچ گذر ویسے . ڈیک اداس نہ تي ، تاڈي اداسي وارون کائي نافرماني نہ کر بھان ! ڈیک ول روندي پي ھیئین ؟“

سکینہ ھتین وچ منھن لکا ، سڈکڻ لگي . صابر پرچاوڻ والے انداز نال ھٹ پھرے کریندے آکیس :

”مئن سمجھہ نھین سگھدان تہ اج تیکون تي کیا گیے؟ اگلے پیرے سچا سارا مھنا باھر گیاھم ، تڈین تہ تیڻ ایتلي اداسي نہ ڈکالي ھي!“

سکینہ سڈکئین تے قابو پیندے آکیس :

”خبر نھین ، مي . . . . میک . . . میکون الائے کیا تي گیے ؟ دل نھین منیندي“.

”چري کنھن جاء دي.“ صابر سکینہ کون ولا پرچیندے آکیا : ”نہ گالھہ نہ گالھہ دي بلا . آکے دل نھین منیندي! آک تہ ملک چوڑي پیا . . . .“.

”نہ نہ ائین نہ آک ، ملک چوڑن تاڈے دشمن“. سکینہ صابر دے وات تے چا آپڑا ھٹ رکیا تے صابر اھندے ھٹ کون چمیندے مرک ڈتا .

”چنگا ، الله بیلي!“ صابر گھوڑے تي لانگ ولیندے سکینہ کون آکیا . سکینہ تیدا ساہ چا اٹھي کڑي تي . صابر گھوڑے دي لغام چکیندے ھک پیرے والا سکینہ ڈے تکتے مرکیا . سکینہ دے تڑکدے چپین تي الودائي مرک آگي . صابر ویندا رھیا . سکینہ پریل پریل دل نال ھونکون دعائین کریندي ، ھوندي راہ تکیندي رہ گي .

* * *

وڈیرے عثمان دے اکین وچ غیض و غضب دے شعلے ھن ، تے رکے عارب دے اکئین وچ رحم و کرم دي التجا ھي . عثمان دے غصے پچون ، زمینداري دا گھمنڈ ، سرمایہ دارانہ وقار ، تے خانداني عزت و عظمت دا احساس ھا تے عارب دي عاجزي پچون مستقبل دي معذوري ، غریبي ، بے روزگاري ، بک تي نوکرین کاوڻ دا خوفناک خیال ھا . ھوندے اکئین وچ گوڑھے آگیے . ھون پتکا گچي وچ گھت تے ھٹ بڈ وڈیرے کون عاجزي نال عرض کیتا :

”سائین ماڈے بچین کون نہ رلا ، مئن کھڑي منھن نال لڈ وجان ؟ پچڻ والین کون کیا آکسان ؟ لبارے پوڻ والے ھن . جتان ایتلے ڈینھن گذر گین ، اڈان مھنا سوا پیا پي گذر ویسے . پچے لڈ وجڻ وچ کوئي پولا نھین . مئن آپڻي نیاٹي دي لج دا واسطا پیا گھتا . . . .“

نہ اھا نیاٹي سوہٹي دہ سمجھي ہئي .
جھوبڑي دي بلي، محلین دے ککڑین دے خواب پئي لھندي اے. چوکرے دا دماغ ئي خراب کر چوڑیس. اھا پئي وڈي مھرباني تے رعایت پیا کریندئین جو عزت آبرو نال وجھ پیا ڈیندئین تہ جئین لوک لکا نہ ہوے. جئین صابر باھر گپیل ھے تئین چپ چاپ وچ پکا ہٹ کسک وچ نہ تہ اتون کرئي رووڻ والا پئي نہ ھوسیئي ...
"ھے گھن پنجاہ روپئے گذارے واسطے، آن دا پاگا آپین مل ویسئي." عثمان ڈھین ڈھین دے پنج نوٹ منھن وچ مریندے آکیس.

عارب دے اکئین کنین گھوڑھے رڑہ پے. پتکے دے پاند نال اکیان اگھ اٹھي کڑا تیا. پنج ئي نوٹ چونڈ چا وڈیرے دي کٹ دي سیراندي کنین رکینس. ھوندے پیرین تے ھٹ رک پریلی دل نال سڈکدا واپس تیا.

*　　*　　*

"جي . . .! " صابر کنین چرک نکل گیا.
"وڈیرے ھون کون لڈا چوڑے." جمعے یقین ڈیندے آکیس. صابر دے منھن داپنا چڑا گیا. اکئین اگون انڈارا آگیس. ڈند پیکوڑ، کرسي دے باھین کون قابو جھل، منھن لڑکا پھ رھیا. وڈیرے دے آوڻ دي آھٹ آئي. وڈیرے وڈي زندہ دلي نال تھک ڈے اوطاق وچ پیر پاتا. صابر تے جمعا اٹھي کڑے. صابر دے اکئین وچ سب شکایتان گڈ تي گیان، پر فرمانبردار پٹ زورآور تے ضدي پیودے اگون ھک حرف پئي شکایت دا نہ کید سگھیا. وڈیرے چھرے کون سرسري نظر نال ڈٹس. جھوڻے جھوگي محمل کون نات دي چٹي نھین لبھدي پٹ!
میکون آپین اھو خیال کرڻا ھا. خیر، جو کجھ تیا سو تیا؛ اگیتے سنیال چل تے آپڻے شان تے شرف تے حرف آوڻ نہ ڈے".

صابر زھر دا ڈک پي خشک چپین تے زبان پھیر چپ تي گیا'

*　　*　　*

" مئن گھڻا کجھ سڻے. ایجھے ظالم پیو دے پٹ سڈاوڻ کنین ائین چگا ھان، جیکو انسان کون آپ جیھا انسان نہ پر محض غریب تے ذلیل سمجھدے. کیا غریبن دي دل نھین ھوندي؟ کیا ھنین وچ زندگي دے فرائض انجام ڈیوڻ دي صلاحیت نھین ھوندي؟ کیا امیر دے نیاٹیئن کون سوڻے سنگ لگیل ھوندن؟ کیا ڈاڈا ھک مسکین بچڑوال کنیار نہ ھا؟ کیا ڈاڈي دائیا کر بچڑے نہ پلیندي ھي؟ پر، پٹ ولا کون ڈیکدے. اج کجھ زمینداري تي پئي ھے تہ خانصاحب دي کنھن تے اک نھین پڈدي. غریبي دي معنیٰ ذلت تہ نھین اماں؟ جے اج اسان کنین اھا زمینداري کسي وچے تہ جیکر صباحین اساڈا کیجھا حال تیوے؟ مین ایجھي اڈاري عزت واسطي آپڻي زندگي تے محبت کون قربان نھین کر سگھدان. میکون ملکیت کنین حصہ نہ ڈیوے تہ نہ ڈیوے - الله پاک ھونکون آپڻے اقبال نال سلامت رکے، ماڈا نصیب مئن نال ھے. میکون ھیندي ملکیت وچون کچي کوڈي دي پئي ضرورت نھین. ھک دولتمند دي سون تے روپے نال جھنجھیل نیاٹي آساني نال مل سگھدي اے، پر ھک بے پناہ محبت کرڻ والي دل کنھن قسمت والے کون نصیب تیندي اے. بخت کون لتان کیون ماران؟ چند ڈینھین دي

زندگي واسطي آپڻي محبت کون قربان ڪيون ڪران ؟"

محبت پرست ماء لاجواب ٿي ڳي. اها پي ته هڪ غريب ماء دي ڌي هي. هونڪون غريبين نال عام طور، تے ڳوٺين دي نياڻيئن نال خاص طور همدردي هے. صابر دے اهين ارادے مايوس تے مغموم ڪرڻ ڪنين زياده، روحاني مسرت مهيا ڪيتس. هوندے اکئين وچ آب آڳيا، تے لبين تے مرڪ لهر ڳي. صابر دي هر ڪنهن حال وچ مدد ڪرڻ واسطے تيار ٿي ڳي.

*       *       *

صابر پيو واسطے خط چوڙ، گهرون نڪل ڳيا. خود پسند پيو اعلانيه ملڪيت دے حق ڪنين خارج ڪر چوڙيس. ڏهين پندرهين ڏينهن بيگم ڪون ڪنهن پانڌيڙے آن سڻايا ته صابر دي سڪينه نال شادي ٿي ڳي هے، تے صابر ٻے شهر وچ ڳذارے واسطے ڪوئي مناسب ڌنڌا اختيار ڪرڻ والا هے. بيگم ايماندار پروسے جوڳے پانڌيڙي هتون صابر ڪون مدد طور آپڻا سونا منڙا ڏوا پنيا.

*       *       *

صابر تعليم يافته ها. آپڻي سمجه سرت نال هوٽل دے ڪم هلاوڻ وچ ڪامياب ٿي ڳيا. وارے سنوارے ٿي ڳينس. انقلاب آيا. جاڳيرداري تے زمينداري دے ٻي دين بت دے ٽڪرے ٽڪرے ٿي ڳے. وڏيرے عثمان ديان اکيان کل ڳيان. فضول خرچي تے هليل وڏيرا قرض دے پهاڙ هينون آڳيا. دم جهلڻ دي گهٹي ڪوشش ڪيتس پر جهڪ پيا. پٹ نال صلح ڪرڻ ڪنين سوا ٻيا ڪوئي چارا نه رهيس.

*       *       *

وڏيرا عثمان گهر وچ کٽ تي ليٹيا پيا ها. سڪينه اتون پڪا ڪٽڙے لو ڏيس. ڏون ٻال وڏيرے دي چاتي نال لڳے بيٹے هن. سڪينه انهين ٻالين ڏي محبت دي انتهائي جذبات اکئين وچ ها پي تڪے. عارب کٽ دے پاسي ڪنين موڙے تي ٻيٹا حقے دے دم مارے. حقے ڪنين دونها نڪتا. دونهين وچون "عارب" ڪون اڳلا دؤر نظر آيا. عارب وڏا ساه چاتے مرڪ ڏتا. عثمان منهن ڏے تڪ آکيس :

" ميڪون چڱي طرح ياد اے ته ڏاڏا سائين پي حقے پيوڻ وقت ائين په سچيندا ها."

انقلاب دے چهين تے ڪاميابي تے مسرت دي مرڪ لهرڳي، ڪيون جو فرعون تے موسیٰ دے رشتے مل ڳے هن ؛ پچهلئين يادين ديان نسبتان نوين رشتين ديان خوشيان ٿي ڳيان هن.

## هڪ عرض

* پنهنجي موڪليل مواد متعلق جيڪا ٻه لکپڙه، ڪريو سا سڌي طرح ايڊيٽر سان ڪريو.

* پنهنجي هر هڪ مراسلي ۾ پنهنجي پوري ائڊريس لکڻ نه وساريو.

* ماهنامي جي خريداري وغيره متعلق يا ائڊريس جي تبديلي لاء جيڪا لکپڙه، مئنيجر سان ڪريو ان ۾ پنهنجو خريداري نمبر به ضرور لکو.

* ماهنامي متعلق پنهنجا رايا ۽ مشورا ۽ شڪايت نامه وغيره ڪاغذ جي هڪڙي پاسي تي صاف اکرن ۾ لکي پبلشر (ڊئريڪٽر ڳوٺ سڌار) ڏانهن موڪليو.

* ڪابه شئي موڪليو ته اها ڪاغذ جي هڪڙي پاسي صاف خط ۾ لکي موڪليو.

اوهان جي مهرباني.

—o—

[ آندل صفحي ١٠ تان ]

پوئين آئين تي، جڏهن اسان جي ليڊرن اسلامي جمهوريه جو ليبل چنبڙايو تڏهن ڏسڻ ۾ ايندو ته انهن اسلام توڙي پاڪستان ٻنهي تي صاف ٺٺولي ڪئي هئي. هنيئر آهيئي چالاڪ وري گهرن ٿا ته اهو مذاق وري پيو پيرو ڪريون ۽ ڏسون.

حضرات، اسين سڀئي ڪمزور ۽ گنهگار انسان آهيون. گهٽ ۾ گهٽ مون کي ته ڪنهن وڏائي يا بزرگيءَ جي دعويٰ هرگز نه آهي، ليڪن هڪ ڪمتر انسان جي حيثيت ۾ مون تي به ايترو ته فرض ضرور آهي ته جي اسان اسلام جي خدمت نٿا ڪري سگهون ته ان جو مذاق ته نه آڏايون. جيترو آءُ ڄاڻان ٿو ۽ اهو منهنجو عقيدو آهي ته مرڪزيت، سالميت ۽ استحڪام کان سواءِ ڪوبه نظام، اسلامي نظام هئڻ جي دعويٰ ڪري نٿو سگهي. اسان جي ملڪ جي ماحول ۾ اهي ٽي شرط رڳو هڪ ئي طرز-حڪومت ۾ پورا ٿي سگهن ٿا جو آهي صدارتي نظام، جنهن ۾ انتظاميه، عدليه ۽ قانون سازي جا شعبا، جي آزاد به آهن ۽ هم آهنگ به، مضبوط آهن ۽ مربوط به- ته اهڙي نظام هٿ ڪرڻ لاءِ اسان کي ڪنهن ٻئي ملڪ جي نقل ڪرڻ جي ضرورت ناهي بلڪ اسان کي خود پنهنجي ماحول جو جائزو وٺڻ کپي ۽ اسلام جي ابتدائي دؤر کان سبق سکڻ گهرجي.

اسلام ضمير جي آزادي، اظهار راءِ جي آزادي ۽ علم جي آزادي کي اهڙي وقت ۾ تسليم ڪيو جڏهن اهي ڳالهيون دنيا جي خواب خيال ۾ به ڪونه هيون مغربي جمهوريت، برابر اسلام جي انهيءَ اصول کي پاڻ وٽ جاءِ ڏني ته حقن حقوقن جي معاملي ۾ سڀ شهري هڪ ٻئي جي برابر آهن پر ساڳئي وقت انهن اتي جو

اتي شهرين کي به اقليت ۽ اڪثريت ۾ ڪ پين جي اهڙ بن پاڱن ۾ ورهي ڇڏيو. بس پارٽي بازيءَ جو بنياد انهيءَ ورهاست جي پيرن تي قائم ٿو ٿئي. انهيءَ سسٽم ۾ مخالف ڌر جو سڀ کان وڏو ڪرتب اهو ٿي رهيو ته هو اقتدار واري ڌر کي هر پيري سان هر قدم تي شڪست ڏئي ۽ بس. ڪڏهن ته مخالف ڌر رڳو مخالفت لاءِ سندرو ٻڌي بيهندي هئي. ملڪ جي فلاح ۽ بهبود سان انهن جو تر جيترو به واسطو ڪونه رهندو هو. توهان ڏسندا ته ڪميونسٽ ۽ فاشسٽ نظام ۾ گهڻين پارٽين بجاءِ هڪ پارٽي جي حڪومت ٿيندي آهي جا ڪنهن ٻئي فرد يا گروه جي تنقيد ۽ مخالفت ڪنهن به صورت ۾ برداشت نه ٿي ڪري.

اسلام جو روح انهن ٻنهي نظامن کان مختلف آهي. هڪ پارٽيءَ جي حڪومت ۾، انسان جي انفرادي آزادي ۽ ان جا شخصي ۽ سماجي حقوق پائمال ٿي وڃن ٿا. اهڙيطرح مغربي جمهوريت جي پارٽي سسٽم ۾ هڪ ٻئي سان ڇڪتاڻ سبب گهڻو ڪري سچائي ۽ دلي خلوص جو خون ٿي ٿو وڃي، خاص طرح انهن ملڪن ۾ جتان غلامي جو دؤر تازو ٿي گذريو آهي، جتي اهڙين مشڪلاتن ۽ اوڻاين پوري شدت سان پنهنجو منهن ٻاهر ڪڍيو آهي.

پارليامينٽري حڪومت ۾ هڪ آزاد راءِ ميمبر جي واسطي ڪابه جاءِ مقرر نٿي رهي، هن کي مجبوراً پوين سيٽن تي ويهڻو ٿو پوي. عام طور هن کي بيڪار ۽ فضول سمجهيو ويندو آهي. ڇاڪاڻ ته اهو ڪنهن خاص پارٽيءَ پنيان پڇ ٿي نه لڙڪندو آهي. حضرت عمر رض، جيڪا مشاورتي ڪائونسل ناهي هئي اها نج اسلامي هئي. انهيءَ ۾ بلند ڪردار ماڻهو پاڻ ۾ ملي جلي مشورا

ڪندا هئا. ان زماني ۾ نہ تہ ھڪ پارٽيءَ جي آمريت مچي ٿي ويئي نڪي اڪثريت ۽ اقليت جي چڪر ۾ ٿي ڦاٿا. اسلامي طرز-آئين جي تقاضا آهي تہ اسيمبلي يا پارليامينٽ جو هر ميمبر قومي مسئلن تي آزاد ميمبر ٿي رايو ڏئي ۽ ڪنهن جماعت يا گروپ جي اثر هيٺ نہ اچي، ان جو انتخاب بہ ڪنهن پارٽي ٽڪيٽ تي نہ ٿيڻ کپي پر مختلف علائقن ۽ طبقن جي گهرج سارو ٿيڻ گهرجي. مڙني کان تمام اهم ڳالهہ هيءَ آهي تہ انتخاب علم عمل ۽ ڪردار جي روشني ۾ ٿيڻ کپي، بس اهائي صحيح اسلامي طريقي جي چونڊ آهي.

جي توهان غور سان ڏسندا تہ بنيادي جمهوريتن جون چونڊون لڳ ڀڳ انهنئي اصولن تي ٿي چڪيون آهن. ڪوبہ ميمبر پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي چونڊجي نہ آيو آهي، پر پر پنهنجي ذاتي اثر رسوخ تي ڪامياب ٿيو آهي. قوم، اسي هزار نمائندن کي آزادانہ طور چونڊي بنيادي جمهوريتن ۾ موڪليو آهي. هاڻ آءٌ پڇان ٿو تہ آيا انهن نمائندن کي پارليامينٽ ۽ صدر جي اليڪشن جي واسطي انتخابي حلقي طور استعمال ڪرڻ ۾ ڪو حرج آهي جڏهن اهي مڙئي عاقل ۽ وطن دوست ماڻهو آهن، تاهم ايترو تہ ڀروسو آسانيءَ سان ڪري سگهجي ٿو تہ اهڙا ماڻهو پنهنجو ووٽ جائز ۽ صحيح استعمال ڪندا.

هڪ ڏينهن منهنجي هڪڙي دوست هي خدشو ظاهر ڪيو تہ جيڪڏهن پارليامنٽ وغيره جا انتخابي حلقا محدود ڪيا ويا تہ ووٽن جي خريد فروخت جو احتمال وڌي ويندو. هن جي خيال موجب هڪ ووٽ جي قيمت پنجن کان ڏهن هزارن تائين وڃي پهچندي. اجا بہ جي پنج سؤ بنيادي ميمبرن کي پارليامينٽ جو هڪ ميمبر چونڊڻو پيو تہ هڪ سيٽ لاءِ لکين رپيا ربلجي ويندا. آءٌ نٿو چاهيان تہ اسان جي ملڪ جا امير ماڻهو ايڏي مهانگي سودي ۾ دلچسپي وٺندا. وري هيءَ بہ تہ ڳالهہ آهي نہ تہ بنيادي جمهوريتن جا ميمبر پنهنجي جڳهہ تي سهڻي اخلاق جا مالڪ آهن. انهن تي ووٽن جي خريد فروخت جو الزام لڳائڻ يا شبهہ ظاهر ڪرڻ هڪ وڏو بهتان ٿيندو. اڳين سياسي حڪومتن جي زماني ۾ ڪيترن امير ماڻهن خاص طرح لاهور ۾ اسيمبلي لاءِ ووٽ خريد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، پراهڙي بچڙي دؤر ۾ بہ انهن کي ڪا خاص ڪاميابي پڙ ھئي نہ سگهي سو هن انقلابي ماحول ۾ تہ اهڙي قسم جي سودي بازي جو اجا بہ گهٽ امڪان هئڻ کپي.

شايد هن موقعي تي توهان جي دل ۾ هيءُ خيال بہ اچي تہ آئين ڪميشن جي ڪم جي وچ ۾ مون کي آئنده آئين متعلق ڪجهہ ٻولڻ گهرجي يا نہ! آءٌ سمجهانٿو تہ مونکي ٽن سببن ڪري انهن ڳالهين ڪرڻ جو حق حاصل آهي. پهريون تہ آئين ڪميشن کي مڪمل آزادي ۽ اختيار آهي تہ جنهن بہ قسم جون سفارشون ملڪ لاءِ مناسب سمجهي، سي پيش ڪري. انهيءَ معاملي ۾ هو پنهنجي ضمير ۽ وطن جي محبت کان سواءِ ٻي ڪنهن شيءِ جي زير اثر نہ آهي. ڪميشن جي چيئرمن ۽ باقي ٻين ميمبرن ۾ اعلى ڪردار جي اميد آهي. انهن ۾ اهو شڪ آڻڻ تہ هو هڪ دستخطي مشين وانگر استعمال ٿي سگهندا، اها اول درجي جي حماقت ۽ نافهمي آهي. ٻيو سبب هيءُ آهي تہ پاڪستان جي هڪ شهري هئڻ جي حيثيت ۾ مون کي ٻئي ٻين ماڻهن وانگر اهو حق حاصل ٿو ٿئي تہ آءٌ آئنده آئين متعلق پنهنجي ذاتي راءِ

جو اظهار ڪريان. تيون ته هڪ انقلابي ڪارڪن ۽ ملڪ جي صدر هئڻ جي حيثيت ۾ پڻ منهنجي اولين ذميداري آهي ته پاڪستان ۾ مناسب حالات ۽ هڪ بهتر نظام کي رائج ڪرائڻ جي ڪوشش ۾ آءٌ به حصو وٺان. آئين جي متعلق نه رڳو منهنجي ذاتي راءِ آهي بلڪ هيءُ انهن مڙني اصلاحن جي قدرتي ڪڙي آهي جي گذريل اڙهن اٺوينن مهنن ۾ اسان ملڪ ۾ جاري ڪيون آهن. هاڻي آئينده جي واسطي ڪهڙو به آئين ٺاهيو وڃي ان ۾ ٻن شرطن جو هئڻ لازمي آهي: هڪڙو هيءُ ته جيڪي اصلاحون اسان نافذ ڪيون آهن سي آئين نهڻ ڪانپوءِ پلٽي رهجي نه وڃن پر پيش پيش رهن، ٻيو هي شرط آهي ته نئين آئين جي وسيلي جيڪا به حڪومت قائم ٿئي سا اهڙي ته مضبوط ۽ مستحڪم هجي جا انهن مڙني وڏن ڪان وڏن عنصرن جي دٻاءُ جو مقابلو ڪري سگهي، جي ڪنهن نه ڪنهن طرح اصلاحن جي زد ۾ اچي چڪا آهن يا اچڻوارا آهن. پر جيڪڏهن ڪميشن اهڙيون تجويزون پيش ڪري سگهي جي منهنجي رايي جي بلڪل ابتڙ هجن مگر ملڪ جي مڙني تقاضائن کي پورو ڪندڙ هجن ته مون کي انهن سفارشن قبول ڪرڻ ۾ ذرو به لڇڪ نه ٿيندي. جي اصلاحون اسان اڄ تائين نافذ ڪيون آهن انهن جو اسان جي زرعي، معاشي، سماجي، تعليمي ۽ انتظامي زندگيءَ مان گهرو ۽ سنئون سڌو واسطو آهي، پر هڪڙو تمام وڏو تجربو جو اسان سياسي نظام ۾ شروع ڪري ڏنو آهي، اهو آهي بنيادي جمهوريتن جو نظام. اهو نظام اسان جي ملڪ جي ضرورتن ۽ تقاضائن جي پنهنجي گهرو پيداوار آهي. جهڙي طرح پاڪستان جي سر زمين ۽ آبهوا سڻي، ڪپهه ۽ ڪڻڪ جي پوک لاءِ موزون آهي، اهڙي طرح هتان جو ماحول ۽ مزاج به رڳو اهڙيءَ سياسي نظام ڪاڻ مناسب آهي جنهن کي عوام چڱي طرح سمجهي سگهي ۽ سولائي سان هلائي سگهي. جيڪي ماڻهو هن کي پراڻي پنچاتي سسٽم جو نقل ٿا سمجهن اهي نه ته پنچائتي سسٽم کان واقف آهن ۽ نه وري انهن بنيادي جمهوريتن جي فلسفي تي ايمانداري سان غور و خوض ڪيو آهي.

گذريل ٿورن سالن اندر ايشيا ۽ افريڪا جي ڪيترن نون ملڪن آزادي حاصل ڪئي آهي. ڌارين جي انڌا ڌنڌ نقل ڪرڻ ڪري ڪيترن نون ملڪن کي به اهي ئي تلخ تجربا نصيب ٿي رهيا آهن جي گذريل ڏهن ٻارنهن سالن تائين پاڪستان کي آڏا آيا هئا. هاڻي جڏهن اسان پنهنجي حالتن جي مطابق هڪڙو آسان ۽ مؤثر نظام ايجاد ڪيو آهي ته انهن سڀني ملڪن جون اکيون اسان جي طرف کتل آهن، ايتري قدر جو اسان جو هڪ وڏو پاڙيسري ملڪ جنهن کي پنهنجي پارليامينٽري جمهوريت تي وڏو ناز آهي اتي به اتي جون حالتون حقيقت پسند ۽ صاحب الراءِ ماڻهن کي انهيءَ ڳالهه تي مجبور ڪري رهيون آهن ته هو اسان جي نظام تي سنجيدگي سان غور ڪن. ٿورا ڏينهن ٿيندا ته مون هڪ پوليٽيڪل سائنس جي هڪ وڏي ماهر جو خط ڏٺو جنهن ۾ ان خيال ظاهر ڪيو آهي ته پاڪستان جي بنيادي جمهوريتن ۾ ڪجهه اهڙيون به خوبيون آهن جن جي ڪري هي تجربو شايد ساري دنيا واسطي هڪڙي نئين سياسي دروازي اپٽڻ جي شروعات لاءِ ڪارگر ٿي وڃي.

جيتوڻيڪ پنهنجي ڪم ۾ اسان کي پيڙهه جي سندن تي پاڙڻو ڪونهي تڏهن به منهنجي اها تمنا ضرور آهي ته توهان جيڪي هن نئين

نظام جا سڀيئي پرزا آهيو ، سي هن بنيادي جمهوريتن جي عملي حيثيت کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندا ۽ انهن کي ڪامياب بنائڻ ۾ پنهنجون ڪل ئي صلاحيتون پوري طرح ڪتب آڻيندا . هن نظام جي سڀ کان وڏي خوبي هيءَ آهي ته هي چوٽيءَ کان توهان‌جي ڪنڌن تي بوجو نتو وجهي پر هيٺان کان معاشري جي بنيادي پاڙن کان شروع ٿي نظم و نسق جي هر سطح سان وابسته ٿي‌هڪڙي سڌي مناري وانگر مٿي چڙهندو وڃي ٿو جو نتيجو هلندڙ چوندن مان ثابت ٿي چڪو آهي. بنيادي جمهوريتن جي ڀرتين ئي پيري ۾ هر طبقي ، هر سطح جا پڙهيل ڪڙهيل ماڻهو ، اڻ پڙهيل ماڻهو ، ننڍا توڙي وڏا ماڻهو ، غريب خواه شاهوڪار ، پوڙها توڙي جوان ماڻهو چوندجي آيا آهن . انهن جي پويان نه ته ڪا پارٽي هئي نڪي ڪا تنظيم ئي هئي، پر هر شخص پنهنجي ذاتي ڪردار ، پنهنجي صلاحيت ۽ پنهنجي عمل جي زور تي اليڪشن لڙي ڪامياب ٿيو آهي. اها اسان جي ملڪ ۾ هڪ بلڪل نئين ڳالهه هئي جنهن تي خوش ٿيڻ بجاءِ اسان جا ڪي دوست ناراض ۽ پريشان ٿيا آهن. انهن جي ناراضگي ۽ پريشانيءَ جا ڪارڻ بلڪل صاف آهن . اهي ماڻهو سياست کي هڪڙو ڌنڌو ناهي وينا هئا ۽ جمهوري ڪاروبار کي هو هڪ بازاري جنس سمجهي دڪانداري ڪرڻ لڳا هئا. هنن وٽ هاڻ خاص اها ڪرت وڃي رهي هئي ته هو هر موقعي تي آگ بگولا تقريرون ڪري ۽ ڦڪائيءَ جا فضول نعرا وڏين رنين ريهن سان هٿي پبلڪ کي گمراهه ڪندا وتن ۽ قوم جي نالي جي اوٽ ۾ پنهنجي ذاتي اقتدار ۽ نفعي حاصل ڪرڻ لاءِ دڪون دوڙون پائيندا رهن. مگر بنيادي جمهوري سسٽم اهڙيون سياسي ٺيڪيداريون ختم ڪري ڇڏيون ۽ اثر رسوخ، دٻاءُ دوکيبازي، لوڀ لالچ ۽ زور زبردستي سان ووٽ حاصل ڪرڻ کي بنجو ڏيئي ڇڏيو . اهڙي صورت حال تي جيڪڏهن پيشه ور سياستدان ماتم نه ڪن ته ٻيو ڇا ڪن ؟ تنهنڪري انهن جي حالت قابل رحم آهي. انهن کي نه پنهنجي ذات تي اعتماد آهي نه خود تي ڀروسو ئي رکي سگهن ٿا. انهن جي دلي خواهش باقي اها! وڃي رهي آهي ته هڪڙو گهمرو شل اهو اولڙ ٿيل انتظام وري ڪنڌ ڪٽي جنهن ۾ انتشار گمراهي ۽ خود غرضيءَ جا سوين سبق موجود آهن جئن هو هڪ ڀيرو وري قوم جي اگهاڙي پٺيءَ تي سوار ٿي خواريءَ جهڙو سانگ ڪري ڏيکارين . اهڙي ڏيڇي رکڻ جو اڌ ڪار انهن‌کي ئي آهي. انهن‌کي هاڻ اهو به حق حاصل آهي ته هو پنهنجو آزاد رايو بلا خوف و خطر ، متعلقه محڪمن (ڪاتن) ۽ ادارن تائين پهچائي ڇڏين . آءٌ انهن کي يقين ڏياريان ٿو ته انهن جي مشورن تي ٻي باڪي ۽ ديانتداريءَ سان ويچار ڪيو ويندو ليڪن اهو پڻ پڌائي ڇڏڻ لازمي ٿيندو ته ڪنهن مشوري کي ذاتي يا سياسي مقصدن واسطي استعمال ڪرڻ نه اڳي مفيد ثابت ٿيو آهي نڪي وري هاڻ ثابت ٿيندو! اهڙي قسم جي پٺن کان سستي شهرت ته حاصل ٿيو وڃي مگر ملڪ ۽ قوم لاءِ ڪجهه به فائدي جي اميد نٿي رکي سگهجي جو ته سموري ملڪ، ساري دنيا اهو ڏسي ڇڏيو آهي ته انقلابي حڪومت جي باري ۾ ڪيل تنقيد جي خلاف، ڪابه ڪارروائي ڪنهن سان به نه ڪئي ويئي آهي . دنيا وارن کي اها به سڌ آهي ته اڳين نڙڪو جمهوري حڪومتن ، آزادي - تحرير ۽ تقرير جو ڪهڙو احترام ڪيو هو ۽ هنن پنهنجي انتظامي اختيارين کي ڪهڙي نه بي درديءَ سان استعمال ٿي ڪيو . سياسي ڪارڪنن ڪانسواءِ انهن ڪيترن اديبن ۽ صحافين تان به رڳو انهيءَ ڪري ٽارو نه ڪيو ۽ انهن جي سياسي عقيدن سان هنن جو نظرياتي اختلاف هو . مون کي هن ڳالهه تي فوقيت آهي ته گذريل ڏيڍ سال کان منهنجي حڪومت جي پريشاني ، انهيءَ ڪارنهن جي ڪلنڪ کان آجي رهي آهي. توهان اهو

ته بخوبي ڄاڻندا هوندا ته جن ملڪن ۾ مارشل لا لڳي ٿي اتي ڪنهن تنقيد جو تصور به ڪري نٿو سگهجي پر هت سڀ ڪجهه چيو ۽ ٻڌو پيو وڃي؛ جو ته اسان جيڪو به ڪم ڪيو آهي سو عوام جي اعتماد جي بنا تي. جيستائين منهنجا چوڻا آهن تيستائين آءٌ ۽ منهنجي حڪومت آزادي ۽ اظهار راءِ جي مڪمل حفاظت ڪنداسون. ارسان رڳو هيءُ آهي ته اسان جي انسانيت ۽ شرافت ڪي ڪي ماڻهو، ڪڏهن ڪڏهن غلط طريقي سان استعمال هيٺ ٿا آڻڻ گهرن، جي ڪلهي طرح نه، پر مختلف پردن جي تهن ۾، عام راءِ جي سامهون اهڙي طرح واقعن ۽ حقيقتن کي منجهائي منجهائي پيش ٿا ڪن جو ائين چوڻ ڪان رهي نٿو سگهجي ته هو اسان سان بزدلانه بيهودي لڪ لڪوٽي ڪري رهيا آهن. ٻئي ڏينهن ٿيندا ته مون اخبارن ۾ ڪي بيان پڙهيا جن ۾ هيءُ الزام به لڳايا ويا آهن ته بنيادي جمهوريتن‌جو سانگ مون پنهنجو پاڻ ۽ حڪومت کي مضبوط رکائڻ لاءِ رچيو آهي. اهو خيال ايترو ته ڪلهڻ هاب آهي جو ان تي ڪجهه تبصره ڪرڻ جڻ اجايو وقت وڃائڻو آهي، پر جن ماڻهن جي منهن مان اهڙا اڪر نڪتا آهن انهن کي اٿلائي ۽ چتائي ڏسڻ ۾ ڪا به ڏکيائي ڪانهي. هيءُ اهي شخص آهن جن کي الله تعالىٰ ملڪ ۽ قوم جي خدمت لاءِ بيشمار موقعا عطا ڪيا هئا پر هو پنهنجي ذاتي مصلحتن جي بناءَ ڪان ۽ مفاد پرستي جي چڪر ڪان ٻاهر نڪري نه سگهيا ۽ ڪرسين کي چهٽي انهن نه رڳو ملڪ جي بربادي ڏني پر انهيءَ ۾ شريڪ به رهيا. اهي ساڳيا آهن جن نه ڪڏهن احتجاج طور پنهنجيون گاديون ڇڏيون نه وري ڪا باعزت ۽ مضبوط تحريڪ هلائي، پاڻ سياسي چور بازارين ۾ پڌري پٽ حصو وٺندا رهيا. انهن ماڻهن جو ماضي ۽ ڪردار اڄ به سندن اکين اڳيان آهي. جيتوڻيڪ اهڙا ماڻهو اسان لاءِ ڪو مونجهاري وارو مسئلو نه آهن، تاهم آءٌ انهن کي سندن حال تي عوام جي راءِ جي تپايل تنور ۾ ڏڪي ٿو ڇڏيان. منهنجو انهن کي وري به دوستانه مشورو آهي ته اوهان جيڪڏهن آرام سان ويهي نٿا سگهو ۽ توهان ۾ ايمان جي حرارت پيدا ٿي ويئي آهي ته اٿي ملڪ لاءِ ڪو تعميري ڪم ڪريو ڇو ته هنڪان اڳ توهان پرکيا ويا آهيو جنهن ۾ توهان خدا، قوم ۽ دنيا جي سامهون بنهين ناڪام ٿي چڪا آهيو. هاڻ شرافت جي تقاضا اها آهي ته ٻين کي ڪم ڪرڻ جو وجهه ڏيو، جي قومي ڪم ڪندڙ سان تعاون ڪرڻ ۾ هٽڪو ٿا ته چڱي ڪم جي واٽ ۾ ڪنڊا ته نه پکيڙيو. جهڙي طرح تنقيد برداشت ڪرڻ منهنجو فرض آهي اهڙي طرح تخريبي ڪاررواين کي روڪڻ ۽ انهن کي ٻنجو ڏيڻ پڻ منهنجن فرضن ۾ شامل آهي پوءِ ڀل انجي بدلي مون کي ڪيتري قيمت به ادا ڪرڻي پوي.

جنهن حد تائين بنيادي جمهوريتن جو تعلق آهي، اها ڳالهه سڀني کي سمجهي ڇڏڻ گهرجي ته هي نظام ڪنهن هڪڙي فرد يا ڪنهن خاص اداره ڪاڻ نه بنايو ويو آهي. خدا جي فضل سان آءٌ پنهنجي ذات کي (جا آخر فاني آهي) ملڪ جي مستقبل ڪان هرگز قيمتي نٿو ڄاڻان. منهنجي ڪوشش ۽ خواهش رڳو ايتري آهي ته هيءُ نظام ايتري قدر پڪو ۽ جاذب ٿي وڃي جو آئنده هلي وڏي ڪان وڏي ۽ ننڍي ڪان ننڍي قابليت جي سربراهن کي سولائي سان برداشت ڪري سگهي ۽ هن نظام ۾ بدترين حالتن جي مقابلي ڪرڻ جي ۽ بهترين حالتن مان فائدي حاصل ڪرڻ جي صلاحيت موجود هجي. وقت جي هن اهم تقاضا کي پورو ڪرڻ توهان جي پنهنجي وس ۾ آهي. قوم، نين اميدن ۽ آسرن سان توهان کي پنهنجو نمائندو چونڊيو آهي. هن پاڪ امانت کي ادا ڪرڻ جي واسطي توهان پنهنجي‌ڪردار، خيالات ۽ عملن کي ڪنهن اهڙي ڪالب ۾ پريو جو ايندڙ نسل، توهان جي نالي وٺندي شرمندگي بجاءِ فخر محسوس ڪن.

[ بشڪريه نصرت لاهور ]

# گوٺ سڌار ۾ اشتهارن جا اگهه

| ڪيفيت | ٦ مهينن يا ان کان مٿي جي عرصي لاءِ | اتفاقيه عام طور |
|---|---|---|
| سرورق — ٢ | ٥٠-٠٠ روپيه | ٥٥-٠٠ روپيه |
| " — ٣ | " ٥٠-٠٠ | " ٥٥-٠٠ |
| " — ٤ | " ٦٠-٠٠ | " ٦٥-٠٠ |
| اندر سڄو صفحو | " ٤٠-٠٠ | " ٤٥-٠٠ |
| " اڌ " | " ٢٠-٠٠ | " ٢٥-٠٠ |
| " ¼ " | " ١٠-٠٠ | " ١٥-٠٠ |

مزيد معلومات لاءِ

سرڪيوليشن مئنيجر ماهوار "گوٺ سڌار"

دفتر وليج ايڊ ايڊمنسٽريشن حيدرآباد - پاڪستان سان لکپڙه ڪريو.











[ آندل صفحه ۲۳ کان ]

تي چڙجن. انب جي چڪيءَجي چانگ نہ ڪرڻ گهرجي. ڪڏهن ڪڏهن ٻوٽا سڌا سنوان پوکي پاڙن جي چوگرد زمين يا مٽي کي زور سان دٻيچڙجي نہ چڪي نہ هيٺ لهي وڃي ۽ نہ پاسيري ٿي سگهي. ٿڙ جي چوڌاري ننڍڙي ڏڪي ناهجي جئن ٿڙ کي پاڻي نہ لڳي.

۷. تازن و ٻيل ٻوٽن کي گرم هوا، آس جهولن، سياري جي سيءُ ۽ پاره کان بچائڻ لاءِ ڪکنءِ تارن وغيره جون جهڳيون ٺاهڻ گهرجن. مانجهانڊڙي جو ٻج ۳---۴ فوٽن تي چؤ ڦير پوکيو تہ اهو جهلو ڪندو .

## ميوه دار وڻن کي ڪيتري فاصلي تي لڳائڻ جو نقشو

| ميوه دار وڻ جو نالو | ڪيتري مفاصلي تي | ايڪڙ ۾ ڪل وڻ |
|---|---|---|
| انب ديسي - گدامري | ۴۰ × ۴۰ | ۲۷ |
| انب پيوندي | ۳۰ × ۳۰ | ۴۸ |
| آنورا ( آملہ ) ، توت ، ڪيرول | ۲۵ × ۲۵ | ۷۰ |
| آلو بخارا ، آلو بالو ( شاهدانہ ) ، انجير | ۲۰ × ۲۰ | ۱۰۸ |
| ٻهي، ڏاڙهون، زيتون، زردالو ، رام ڦل، لوڪاٽ، لچي | ۲۰ × ۲۰ | ۱۰۸ |
| سيتاڦل ، ناسپاتي ، نڪہ ، ٻيل ڦل ، ليار | ۲۰ × ۲۰ | ۱۰۸ |
| ڄمون ، ڪٿهر ، مهوه ، ڪويٺ | ۳۵ × ۳۵ | ۳۵ |
| چڪوترا ، چيڪو ، شربتي ليمون ، ليمون ڪاغذي | ۲۵ × ۲۵ | ۷۰ |
| نارنگي ، موسمي ، مالٽا ، پينس ، گريپ فروٽ | ۲۵ × ۲۵ | ۷۰ |
| نرنج ، سنگترو ، گيدوڙي | ۲۵ × ۲۵ | ۷۰ |
| آڙو ، ڪروندو ، صوف ، صوفي ٻير | ۱۵ × ۱۵ | ۱۹۳ |
| پپيو ( ڪاٽ گدرو ) ، ڪيلو ، ڪجي | ۱۰ × ۱۰ | ۴۳۵ |
| ڊاک - | ۱۰ × ۸ | ۵۴۴ |
| ڦاروان - | ۵ × ۵ | ۱۷۴۲ |

( باقي آئينده )

# روح رهاڻ - بزم ڳوٺ سڌار

[اردو جي پنجن بلند پايه شاعرن جي
ڪلام جو نمونو سنڌي ۾]

## مير محمد تقي ”مير“

دنيا ۾ ته ڪو دل جو طلب گار نه آهي
هن جنس جو هت ڪو به خريدار نه آهي.
* هڪ بت جان لڳي در سان پيو عمر گذاريان؛
منهنجو ته سندء بزم تي ڪو بار نه آهي.
* هر شخص جي سيني ۾ ڪيو آهه تو سوراخ؛
ڪنهن دل ڪان سندء تير- نظر پار نه آهي؟
* آهن ته سڀئي توسان به گڏ، ناقص و نا اهل؛
هن باغ ۾ گل ڪوئي به بي خار نه آهي.
* هن تيغ- ستم آهه الاري ئي رکيو ”مير“؛
خون ريزي جو هت ڪو به سزاوار نه آهي.

## مرزا اسدالله ”غالب“

تني جي تاخير ته ڪو باعث — تاخير به هو،
تون ته آئين تني مگر ڪوئي عنان گير به هو.

* آهين پلجي ويو مونکي ته پڌاياڻ پرين،
تنهنجي فتراڪ ۾ ڪنهن وقت ڪو نخچير به هو.
* مون جهليو سينو سنئون پڻ به رهيو دور ته چا،
آخر هن شوخ جي ترڪش ۾ ڪوئي تير به هو؟
* بس، پڪڙجون ٿا، فرشتن جي لکڻ تي ناحق،
آدمي ڪوئي اسان جو دم — تحرير به هو.
* ريختي جو تون ئي استاد نه آهين ”غالب“،
ٿا چون اڳئين زماني ۾ ڪوئي مير به هو.

## مومن خان ”مومن“

منهنجي ڪوچي ۾ عدو مضطر و ناشاد رهيو،
رات، رب ڄاڻي ڪٿي هو ستم ايجاد رهيو.

سر هٽي نيٺ سندس در جي مون پٿر ڪي پڳو،
اهڙي سودا ۾ پڻ گهر ڪيسين هي آباد رهيو؟

ويو ڇڪي جوش- جنون، جانب- صحرا، افسوس!
جئن اچي پاڙي ۾ منهنجي هو پريزاد رهيو.

يا غم- حور ۾، يا عشق- بتان ۾، ”مومن“،
هر طرح سوختهء — حسن — خداداد رهيو.

## مرزا خان ”داغ“ دهلوي

ساز هي ڪينه ساز ڇا ڄاڻن؟
ناز وارا نياز ڇا ڄاڻن؟

* بيشڪ آهن هو شمع رو ليڪن،
لطف- سوز و گداز ڇا ڄاڻن؟

* مئڪشن ڪان ئي پڇ شراب جو لطف؛
هي مزو پاڪباز ڇا ڄاڻن؟

* جن کي پنهنجي به ڪا خبر ناهي،
سي سندم دل جو راز ڇا ڄاڻن؟

* ”داغ“ صدما سهي تو جيڪي سي،
يار، بنده نواز ڇا ڄاڻن؟

## شيخ محمد ”اقبال“

آڻ هڪ وار وري باده و جام، اي ساقي؛
من ملي مونکي وڃي منهنجو مقام اي ساقي.
* منهنجي مينائي غزل ۾ هئي باقي سرڪي؛
ته چيو شيخ ته هي آهي حرام، اي ساقي.
* شير مردن ڪان ٿيو، بيشهء- تحقيق تهي؛
تني ويا صوفي و ملا جا غلام، اي ساقي.
* عشق جي تيغ- جگردار کي چورايو ڪنهن؛
جو رهي علم اڳيان خالي نيام، اي ساقي.
* من منور، ته ٿيو سوز- سخن عين حيات؛
ورنه هر حال ۾ ئي مرگ- دوام اي ساقي.

مترجم: ملڪ غلام قادر ”برق“



———O———

# *ذاتيءَ جا نظارا

هڦ هڦ ڪندي، ٿڦ ٿڦ ڪندي،
ڦٽ ڦٽ ڪندي، لڦ لڦ ڪندي ،
مڻ مڻ ڪندي، پڻ پڻ ڪندي،
ڪتراڳ جي اڻ تڻ ڪندي ،
پنهنجيءَ منهن سنهن پٽڪندي.
هئن رعب سان ، هئن ٺاٺ سان ،
ڪالر هجي جيئن ٺاٺ سان .
گهر گهر سان جهيڙيندي اچي ،
هرڪنهن کي چيڙيندي اچي ،
ويڇا پکيڙيندي اچي ،
ٽوپا ادوڙيندي اچي ،
ڳنڍن کي توڙيندي اچي ،
جهڳڙن کي جوڙيندي اچي،
لڄ پت کي پوڙيندي اچي ،
نڪ کي نچوڙيندي اچي ،
نزلو ولوڙيندي اچي ،
هر ڪنهن جي پت ڪٽندي اچي ،
هنيوچيون هٽندي اچي ،
پنهنجن سان پيي لڙندي اچي ،
بد روح جان رڙندي اچي ،
چمچوس جان چڙندي اچي ،
انڌي سمان ٿڙندي اچي ،
منجهند جو شور و غل ڪندي،
شيطان وانگر هل ڪندي ،
ڪيني منجهان ڪرڪر ڪندي،
بغض و حسد سان سرڪندي ،
جڻ ڪوهه تان ڪهندي اچي،
ڏونگر ڏيکا لهندي اچي ،
ڳٽيون ڪندي ڳهندي اچي ،
دنيا جا ڏک سهندي اچي ،

مردا جياريندي اچي ،
جيئرن کي ماريندي اچي ،
سب ننگ تاريندي اچي ،
توبهه تواريندي اچي ،
پيڪا پڪاريندي اچي ،
سهرن کي ساريندي اچي ،
وعدا وساريندي اچي ،
نفرت پڳهاريندي اچي ،
پرنديون به ناريندي اچي ،
اڌما اڀاريندي اچي ،
جهيڙا جياريندي اچي ،
سذريل به ڪاريندي اچي ،
ڪڏندي اچي پچندي اچي،
ٽيلا ٽپا ٽپندي اچي ،
ڪلفت سان ڪاهيندي اچي،
سيني کي ساهيندي اچي ،
ڪي ناهه ناهيندي اچي،
ڏنگر ٿي لاهيندي اچي ،
چپر ٿي ڏاهيندي اچي ،
پونگين کي ڳاهيندي اچي ،
ويڙهن وٽان وهندي اچي ،
سهمون سوين سهندي اچي ،
رولا رچائيندي اچي ،
رينگٽ لڳائيندي اچي ،
گلشن جلائيندي اچي ،
دوزخ بنائيندي اچي ،
ماتم مچائيندي اچي ،
واڇٽ وڄائيندي اچي ،
نچندي نچائيندي اچي ،

رلندي رلائيندي اچي ،
وحشت وڌائيندي اچي ،
واڳون چنائيندي اچي ،
۽ ڳڻ وهائيندي اچي،
موچي منجهائيندي اچي ،
ڪوري ڪنبائيندي اچي ،
لوهر لڏائيندي اچي ،
رازا رسائيندي اچي ،
گولا به تائيندي اچي ،
پٽي پڄائيندي اچي ،
پل ۾ ٿي جوڙي تهمتون ،
پل ۾ ٿي توڙي تهمتون ،
تن کي وڌائيندي اچي ،
تن کي بنائيندي اچي ،
سپ کي ستائيندي اچي ،
پنهنجا پڌائيندي اچي ،
”هي اڻ پڙهيل جو راز آ ،
ڪيڏو عجب انداز آ ،
سورن جو سارو ساز آ ،
افسوس جو آواز آ ،“
مطلب ته پنهنجي رنگ سان،
بي رنگ جهڙي ڍنگ سان ،
سوڊن وٽان واڊن وٽان ،
گهر گهاٽ ۽ محلن منجهان ،
واٽين جي ويڙهي وات مان،
ٿيندي ڪني هرڪنهن هنڌان،
ناني ائين ڪهندي اچي ،
سهمون سوين سهندي اچي.

*هري درياني دلگير جي معذرت سان .

قاضي آفتاب شمس [ادب - لطيف]

# ڪوڄ ۽ آس

گهٽوئي ڳولي ٿڪو آهيان، پر ڏوڪڙ ته ڪين ٿا لڀنم!

هاڻي ته جهنڊ پيئي رات پنهنجي منهن تي چپ چپات ۽ ڪاراڻ جا گهنج وجهڻ شروع ڪيا آهن.

ڏوڪڙ ته ضرور ڳولڻا آهن ۽ تنهن ڪان پوءِ بازار ۾ وڃڻو اٿم.

من نٿو چويم ته ڪا نئين چيز خريدڻ بنا ائين‌هٿين سکڻو هليو وڃان، چو جو ننڍڙا ننڍڙا ٻالڪ اکين ۾ واجهه وجهيو وينا هوندا — منهنجي وات نهاريندا هوندا.

سوچيان پيو، جي ڪٿي رات وڃايم ته به هرج نه آهي، منهنجا ڏوڪڙ ته مونکي ملي ويندا.

ڏکي سکي هڪ ٿي ته رات اٿم، پوءِ ائين به ڪڪڙ دس هڻندو، وهائو تارو چمڪندو.

اوير جا ساک ڀريا ڪرڻا جڏهن مونکي ڇهي سجاڳ ڪندا تڏهن جهٽ ۾ آءٌ اکيون ملي سجاڳ ٿيندس_ان ڪوٺي ننڊ مان، ۽ خوشي خوشي پنهنجا ڏوڪڙ ڳولي بزار ڏي ويندس جتان——
——سڀڪي ملڻ جي اميد پيو پائيان.

——o——

ﻏﻼﻡ ﻧﺒﻲ ﻣﻐﻞ [افسانڙو]

# اڄا ڪي آهين....

مان هڪ تمام سادو سودو انسان آهيان. الله لوڪ، درويشن، پيرن ۽ فقيرن ڪي ڏاڍو مڃيندو آهيان. اصل جتي ڏسان جهڪي پير چمان. مونکي سندن هٿ لڳل آهن، جيڪو نه چون ٿا چڻ پٿر تي ليڪ. انهي ڏينهن مارڪيٽ ۾ بيٺي ڪجهه ورتم. الله جو شان، ٻريان هڪ درويش نظر آيم. ڇا چئي ڇا چوان، منهن اصل نور منجهه ٻهڪيس پئي، اکين ۾ ڪا دهشت هئس ڇا! وڏي آيو مون وٽ. مون به سٽ ئي پيرن تي هٿ رکي ۽ وري هٿ ادب جا ٻڌي چيو مانس: "سائين بس دعا گهرجي!" اهو عرض سڻي، هن منهن ۾ گهنڊ وڌو ۽ وڏي واڪي چيائين: "اي شخص بڌ!"

"سائين چئو." ادا ڪهڙي ڳالهه ڪريان سندس. مان ته اصل ڏڪي ويس. ڀلا دهشتئي اهڙي هئس.

" قدرت طرفان حڪم ٿيو آهي!" انهيءَ رعب منجهه چوڻ لڳو: "ته تون اها ٽوپي ڏي!"

مون انهي ويرم ٽوپي لاهي ڏني مانس. پر وري چيائين: "نه نه — نه نه ··· هي پاڻوٽ سوکهي ڪري رک!"

"سائين توهين ڀلي ڪٺو—،"

"نه — قدرت‌طرفان حڪم ٿيو آهي‌ته پنهنجي کيسي ۾ پيل پيسا ڏي!" مون يڪدم کيسي مان پيسا ڪڍيا، جي شايد ٻٽيهه رپيا ڪجهه آنا هئا، کيس ڏنا. هن پيسا هٿ ۾ ورتا ۽ نوٽن کي

[ڏسو صفحو ٧١]

[ آندل صفحہ ۲۳ کان ]

تي چڙهن. انب جي چڪيءَ جي چانگ نہ ڪرڻ گهرجي. ڪڏهن ڪڏهن ٻوٽا سڌا سنوان پوکي پاڙن جي چوگرد زمين يا مٽي کي زور سان دٻي چڙهجي تہ چڪي نہ هيٺ لهي وڃي ۽ نہ پاسيري ٿي سگهي. ٿڙ جي چوڌاري ننڍڙي ڍڪي ناهجي جئن ٿڙ کي پاڻي نہ لڳي.

۷. اتازن ۽ ننڍڙن ٻوٽن کي گرم هوا، آس جهولن، سياري جي سيءَ ۽ پاره کان بچائڻ لاءِ ڪکن ۽ ڪانن وغيره جون جهڳيون ٺاهڻ گهرجن. مانجهاندڙي جو ٻج ۳---۴ فوٽن تي چوڌير پوکيو تہ اهو جهلو ڪندو.

## ميوه دار وڻن کي ڪيتري فاصلي تي لڳائڻ جو نقشو

| ايڪڙ ۾ ڪل وڻ | ڪيتري مفاصلي تي | ميوه دار وڻ جو نالو |
|---|---|---|
| ۲۷ | ۴۰ × ۴۰ | انب ديسي - گدامري |
| ۴۸ | ۳۰ × ۳۰ | انب پيوندي |
| ۷۰ | ۲۵ × ۲۵ | آنورا ( آملہ ) ، توت ، ڪيرول |
| ۱۰۸ | ۲۰ × ۲۰ | آلو بخارا ، آلو بالو ( شاهدانہ ) ، انجير |
| ۱۰۸ | ۲۰ × ۲۰ | ٻهي، ڏاڙهون، زيتون، زردالو، رام ڦل، لوڪاٽ، لچي |
| ۱۰۸ | ۲۰ × ۲۰ | سيتاڦل ، ناسپاتي ، نڪ ، بيل ڦل ، ليار |
| ۳۵ | ۳۵ × ۳۵ | ڄمون ، ڪنهر ، مهوه ، ڪويٺ |
| ۷۰ | ۲۵ × ۲۵ | چڪوترا ، چيڪو ، شربتي ليمون ، ليمون ڪاغذي |
| ۷۰ | ۲۵ × ۲۵ | نارنگي ، موسمي ، مالٽا ، پينس ، گريپ فروٽ |
| ۷۰ | ۲۵ × ۲۵ | ترنج ، سنگترو ، گيدوڙي |
| ۱۹۳ | ۱۵ × ۱۵ | آڙو ، ڪروندو ، صوف ، صوفي ٻير |
| ۴۳۵ | ۱۰ × ۱۰ | پپيو ( ڪاٺ گدرو ) ، ڪيلو ، ڪجي |
| ۵۴۴ | ۱۰ × ۸ | ڊاک - |
| ۱۷۴۲ | ۵ × ۵ | ڦاروان - |

( باقي آئينده )

ڀياض فرشوري

[ فيچر ]

# ٻاڪ ۽ حريرو

اعجاز ( ايندي ايندي ) : ريحانہ! ڏي ماڻهين ڪٿي آهي؟

نہ ڄاڻان ٻاڪ ڪٿي رکي اٿس.

ريحانہ : ٻاڪ؟

اعجاز : ها، ها ٻاڪ، پار تہ ٻہ آهين جو ٻاڪ بہ نٿي سمجهين.

ريحانہ : سمجهان تہ ٿي، پر بابا هن وين ٻاڪ جي ڪهڙي لوڙ. ڪهڙي ضرورت آهي انجي؟

اعجاز (خفا ٿي): اهائي ماءُ واري آڌي پڇا؟ پڇان ٿو تہ ٻاڪ ڪٿي آهي تہ جواب ٿو ملي ڪهڙي ضرورت آهي انجي؟ ڀلا، تنهنجو انهي پڇا سان ڇا وڃي؟ پٽ ڪم جي ڳالهہ ڪندي ڪر.

بيگم اعجاز (ايندي) : ڏيءُ ريحانہ، ڪٿي بادام رکيل تہ نہ ڏنئہ

اعجاز ( ٺوڪ طور ) : سبحان الله! انهي جي معنيٰ تہ بادام بہ وڃائجي ويا آهن.

ريحانہ : ڪهڙا بادام، امان؟

اعجاز : هون! هينئر ڪيس اهو بہ ٻڌايو وڃي تہ بادام ڪهڙا ٿيندا آهن. ڏيءِ بادام بہ نٿي سڃاڻين؟

ريحانہ : سڃاڻان ڇونہ ٿي بابا، پر اوهان تہ خواہ مخواہ ٿا خفا ٿيو. مان تہ ائين ٿي پڇانہ

تہ رات جو ساڍي نوين بجي اوهان کي ڪهڙي اچي ڏاگ ۽ بادامن جي ياد پيئي آهي؟

بيگم: ڏيءُ ڪنهن پٽنهن کي سمجهايو آهي تہ چاهہ بلڪل خراب شئي آهي، اها صحت بگاڙي ٿي.

اعجاز : ڏس بيگم، مان توکي سمجهان ٿو. هي وار اس ۾ اچا نہ ڪيا اٿم. نينگر اڳيان مونٿي ڪلي رهي آهين؟

ريحانہ : پر چاهہ جو بادامن سان ڇا وڃي؟

اعجاز : ڪهڙو زمانو آهي! اسان جي ننڍپڻ ۾ ڪنهن کي چاهہ جو نالو بہ نٿي آيو. لسي پيئندا هئاسين، ڏڌ پيئندا هئاسين، حلوا ٿي کاڌاسين ۽ بادامن ۽ ٻاڪ جو حريرو ٿي پيتو سين.

ريحانہ ( کلندي ) : حريرو ڇا ٿو ٿئي بابا؟

اعجاز : ٻڌءِ سائڻ، هي آهي نئون زمانو! وري ماڻهو دانهون ٿا ڪن تہ هن پوچ کي ڇا ٿي ويو آهي؟

جنهن کي ڏسو، ڪندا ٿيو پيو آهي، رڳو لهر لڳڻ جي دير آهي. لڳي نہ آهي تہ لڙهيو نہ آهي. ٿورڙي سردي لڳي تہ سرسام ٿيو وڃي، گرمي لڳي تہ قبضي.

ريحانہ : پر بابا، انهن جو حريري سان ڇا وڃي؟

اعجار : ڇا وڃي!

ريحانہ: پڊايو نہ بابا تہ ڇا وڃي؟

بيگم (ويندي): نہ ڄاڻان بادام ڪٿي رکيم؟

اعجاز (اچ وچ ڪندي): سڻ تہ ريحانہ ماءُ، ڊاڪ جو بہ پتو نہ آهي؛ پوري اڌ سير نئين ڊاڪ وٺي آيو آهيان.

بيگم (پريان): اتيئي هوندي، ڪيڏانهن ويندي؟

ريحانہ: هائو بابا، حريرو ڇا ٿو ٿئي؟

اعجاز: ڏيءُ بادامن ۽ ڊاڪ کي گهوٽبي، ان کي نجي گيهہ ۾ پچجي ٿو پوءِ ٿوري دير کير ۾ ٿو پچائجي ۽ گهرج آهر کنڊ بہ وڌي وڃي ٿي. ان کي پيئڻ سان چوڏهن طبق روشن ٿيو ٿا وڃن. دماغ تر ۽ تازو ٿي ٿو وڃي. اکين جو نور وڌي ٿو، رت زياده ٿو ٿئي، بک ٿي لڳي ۽ رات جو ننڊ بہ ننڊن جهڙي ٿي اچي.

ريحانہ: ماڻهو ايترو خفو ڇو ڪٽي بابا، بازار ۾ هڪ پٽي کان وٺ ٽانڪ پيا آهن، ڇونہ اِهڪو ٽانڪ خريد ڪيو وڃي!

طاهر (ايندي): ريحانہ، هڪڙو ڪم تہ ڪري وٺ.

ريحانہ: تنهنجو ڪهڙو ڪم نٿو ڪري وڃي؟

طاهر: بحث نہ ڪر، منهنجي مٿي ۾ سور آهي، شام کان چاءِ نہ پيتي اٿم. هڪڙو ڪوپ ٺاهي وٺ ۽ مونکي ڪمري ۾ ڏيئي وڃ، الائجي رات جو ڪيستائين پڙهان؟

(ائين چوندي وڃيٿو.)

اعجاز: نواب صاحب، اڙي ڳالهہ تہ ٻڌ.

طاهر (موٽي ايندي): بابا، ڪاليج جو گهڻو ڪم آهي.

اعجاز: ڪم کان تہ نٿو جهليانءِ، رڳو ايترو ٻڌاءِ تہ مٿي جي سور جو چاءِ سان ڇا وڃي؟

طاهر: شام جو نہ پيتي اٿم.

اعجاز: چڱو، سوال ٿو اٿي تہ اڄ شام جو چاءِ نہ پيئڻ سان، مٿي جي سور جو ڇا وڃي؟

طاهر: مطلب؟

اعجاز: مطلب تہ مون ڏکيا لفظ تہ ڪتب نہ آندا آهن، پاڻ ئي تہ چوين ٿو تہ توکي مٿي ۾ سور آهي.

طاهر: جي، ها.

اعجاز: ۽ سبب ٿو ڏين شام جي چاءِ نہ پيڻ جو؟

طاهر: جي، ها. جيڪڏهن وقت تي نٿو پيئان تہ سر ٿو ڏکيم.

اعجاز: تہ بس اڄ کان چاءِ بند، سمجهيئہ؟

طاهر: پر بابا...

اعجاز: بس، چيم جو تہ چاءِ بند. حڪيم صاحب چوي ٿو تہ ڪراچيءَ ۾ گهڻو ڪري چاءِ نوشي ئي ماڻهن کي مريض ٿي بنائي.

ريحانہ: بابا، مامي رفعت تہ چاءِ کي ڪراچي جي آب وهوا مطابق ضروري ٿي چيو ۽ چيو ٿي تہ جيڪڏهن هتي چاءِ نہ پيتي وڃي تہ جيڪر بيمار رهجي.

اعجاز: هن منحوس شيءِ بابت اهڙيون ڪيتريون ئي ڏند ڪٿائون ٿيون پڌجن. هڪ زمانو هو جو ڪمپنين جا ڇاڙتا چاءِ جا بنڊل ڇپن ۾ پريو ڳوٺ ڳوٺ ۾ هوڪا ڏيندا ٿي وتيا ته چاءِ گرمين ۾ بدن کي ٿڌو ۽ سردين ۾ گرم ٿي رکي ۽ ماڻهن اکيون پوري انهيءَ بيمعنيٰ ڳالهه تي ايمان آڻي ٿي ڇڏيو. جهڙي طرح ڪراچي وارن انهيءَ ڳالهه تي ڪٿي ڳنڍ ڏني آهي ته هتي چاءِ نه پيتي ويندي ته وڏو چيهو رسندو. حڪيم صاحب ٿي چيو ته چاءِ بک گهٽائي ٿي ڇڏي، جسم ۾ خشڪي ٿي پيدا ڪري، رنگ ساڙي ٿي ڇڏي ۽ طرح طرح جو روڳ لڳايو ٿي ڇڏي. نه بابا نه، هاڻي هن گهر ۾ چاءِ نه ٺهندي. ريحانه، پٽ ماءِ کي چؤ ته سمهڻ ويل بادام ۽ ڊاک جي حريري جو هڪ پيالو طاهر کي به ڏئي. سک سان سمهندو ۽ مٿي جو سور به هليو ويندس.

بيگم: توبه، مان ته هچي مئي آهيان. بادام ۽ ڊاک گهوٽي ٿي رکان، جنهن ويل چوندا ٿاهي ڏيندي سانڌ.

اعجاز: سمهڻ ويل ٺاهجانءِ، ۽ ها، طاهر ۽ ريحانه به پيئندا.

بيگم: ڌيءِ ريحانه، هڪ ڪوپ چاءِ ته ٺاهي ڏي، مٿي ۾ سور پئجي ويو اٿم.

مظهر (ايندي): سلام عليڪم چاچي.

بيگم: اچ ابا؛ ڌيءِ مظهر لاءِ به چاءِ آڻ.

مظهر: مان ته چاءِ نه پيئندو آهيان چاچي.

ريحانه: نه سهين، هڪ ڪوپ ۾ ڇا ٿو ٿئي؟

مظهر: مهرباني – مونکي ڏکيو ٿي ڪري.

ريحانه (ڪلندي): ته پوءِ حريرو تيار آهي.

مظهر: ننڍپڻ کان وٺي سمهڻ ويل گلاس کير جي پيئڻ تي هريل آهيان، سو اوهان ڪنهن به قسم جي تڪليف نه ڪريو.

اعجاز: خوش رهه مظهر. ماڻهو، کي پهريائين پنهنجي صحت جو خيال رکڻ کپي. سوال ٿو اٿي ته چاءِ پيئڻ مان ماڻهن کي ملي به ڇا ٿو؟ تون ئي ڪري ٻڌاءِ طاهر، (طنزيه) تون ته شايد ڏينهن ۾ تي چار ڪوپ ٿو پين.

طاهر: جي، نه بابا، ڏهه ٻارنهن.

اعجاز: لاحول ولا. پر هن وقت انجي خرچ بابت ٿو ڳالهايان. رڳو اهو ٻڌاءِ ته ايترا ڪوپ ڇو ٿو پين؟

بيگم: تون ته هٿ ڌوئي ٻار جي پنيان پيو آهين. نه ته ڪيل ٿو ڏسي نه وري پيو ڪو اجايو خرچ ٿو ڪري، رڳو چاءِ ئي ته پيئي ٿو؛ سا به نتا سهوس.

اعجاز: تون ته گهڙي ڪن چپ ڪر، هن ويل اصولي بحث ٿا ڪريون. جي سائين، ته تون ڏهه ٻارنهن ڪوپ ٿو پين.

طاهر: جي، ها.

اعجاز: ڇو؟

طاهر: اهو ته ڪڏهن به پاڻ کان نه پڇيو اٿم.

اعجاز: خير، چڱ انهيءَ ڳالهه کي، اهو ٻڌاءِ ته جيڪڏهن چاءِ نه هجي ته چا ٿئي؟

طاهر: طبيعت ٽڪل ٽڪل رهي ۽ ڪنهن به ڪم سان دل نه لڳي.

اعجاز: ائين چؤ ته هري ويو آهين.

طاهر: شايد ائين هجي.

اعجاز: شايد چا؟ ائين ئي ته آهي - تون هري ويو آهين ۽ بي ڪا به ڳالهه نه آهي؛ جئن ماڻهو نشي واپرائڻ تي هري وڃن ٿا.

بيگم: خدا نه ڪري منهنجو طاهر نشو واپرائي، تون ته هروڀرو جئن اچيئي تئن چيو ڇڏين.

اعجاز: چاءِ به هڪ طرح جو نشو آهي، سائڻ. اها بي ڳالهه آهي ته اسان ان کي مهذب بنائي ڇڏيو آهي. خير، موضوع کان ٿڙيو ٿا وڃون، ته خانصاحب نواب طاهر زاده صاحب هڪ ڳالهه ته هن سلسلي ۾ بلڪل صاف ۽ مڃيل مڃايل آهي ته چاءِ جسم کي ڪنهن به قسم جو فائدو نٿو پهچائي، پاڻ ڇيهو تي رسائي - باقي رهيو اهو سوال ته جيڪڏهن آدمي چاءِ نه پيئندو ته چا ٿيندو؟ ته اها ڳالهه به بلڪل چٽي آهي ته چاءِ ڇڏڻ سان ڪنهن به قسم جي نقصان جو انديشو نه آهي؛ فائدو ئي فائدو آهي.

مظهر: چاچا سائين، گذريل هڪ ٻن مهينن کان بار بار اخبارن ۾ چاءِ جو ذڪر اچي رهيو آهي ۽ حڪومت ڪوشش ڪري رهي آهي ته چاءِ گهٽ پيتي وڃي.

بيگم: هائو ميان، اهو وري ڪهڙو چڪر آهي؟ ڪنهن چيو ٿي ته ماڻهن چاءِ خلاف باقاعده هڪ هلچل کڻي هلائي آهي.

مظهر: اهوئي ته چوان پيو ته اسان جي ملڪ ۾ چاءِ تمام گهٽو تي استعمال ٿئي. حڪومت جو پهريون سوال اهو هو ته ملڪ ۾ چاءِ جي وڌندڙ گهرج به پوري ٿيندي رهي ۽ قيمتون به گهٽو نه وڌن. انهي بابت گهڻن ماڻهن جو اهو خيال هو ته حڪومت ٻين ملڪن جي متا ستا واري نائي ڪمائڻ خاطر ملڪ جي سڄي چاءِ ٻاهر ٿي موڪلي ۽ اسان کي چاءِ کان ٿي سڪائي.

اعجاز: حڪومت ته چاءِ جي ڪوٽا مقرر ڪري ڇڏي آهي ميان، ته ان کان زياده تعداد ۾ چاءِ گهرائي نٿي سگهجي.

مظهر: جي، ها- حڪومت سنه ۵۸-۵۷ع ۾ ۱۹۵۹ع جي فصل مان ويهه ملين پائونڊن جي ڪوٽا برآمد لاءِ مقرر ڪري ڇڏي هئي. تڏهن چاءِ جي پيداوار ايتري هئي جو اسين برآمدي تجارت کي برقرار رکي ٿي سگهياسين ته عوام جي گهرج به پوري ڪري ٿي سگهياسين. پوءِ ڪجهه عرصي کان پوءِ حڪومت چاءِ جي قيمتن تان ڪنٽرول به لاهي ڇڏيو جنهنڪري چاءِ جون قيمتون وڌڻ لڳيون. اهو فصل جو آخري زمانو هو جنهنڪري قيمتن تي دوباره ڪنٽرول لڳائڻ مناسب نه سمجهيو ويو ۽ حڪومت ڪوٽا مان ٽي ملين پائونڊ چاءِ گهٽائي ڇڏي.

بيگم: ائين ته آهي. مونکي اهو زمانو چٽي طرح ياد آهي جڏهن بازار ۾ وڏي مشڪل سان چاءِ ملندي هئي ۽ پوءِ برآمدي ڪوٽا جي گهٽجڻ سان چاءِ بازار ۾ عام طور ملڻ لڳي. پر اهو ٻڌاءِ

ته هن سال چاءِ سان ڪهڙي ويدن ٿي آهي ؟

مظهر : چاچي، هن سال اپريل ۾ چاءِ جي برآمدي ڪوٽا ١٧ ملين پائونڊ مقرر ڪئي ويئي هئي. اميد هئي ته تقريباً ٥٧ ملين پائونڊ پيدا ٿيندي پر بدقسمتي سان برساتون وقت کان اڳي پئجي ويئون جنهنڪري فصل کي ڪافي نقصان پهتو. تڏهن به حڪومت اهو اعلان ڪيو ته چاءِ جي ورڇ ۽ قيمتن تي نظر رکي وڃي ته جيئن پبلڪ جي ضرورت مطابق چاءِ مارڪيٽ کي ملي.

ريحانه: ته چاءِ جي ايندڙ فصل لاءِ ڪهڙو اندازو آهي؟

مظهر : خيال آهي ته پهرئين اندازي کان به ڪجهه گهٽ پيدا ٿيندي. جيتوڻيڪ پورو اندازو لڳو لڳائي سگهجي، تنهن هوندي به حڪومت طرفان اعلان ڪيو ويو آهي ته چاءِ جي برآمدي پرمٽن جاري ڪرڻ کان اڳ ۾ ملڪ جي اندروني گهرج پوري ڪرڻ جو خاص خيال رکيو ويندو.

اعجاز : ٺيڪ آهي. اها ته ٿي عدد ۽ شمار جي ڳالهه ائين نه، هاڻي مان هڪ ٻي ڳالهه ٿو پڇان ته اسانجي ملڪ ۾ ڪيترا ماڻهو آهن جيڪي چاءِ ٿا پين؟

طاهر : اهو ته اوهان بلڪل عجيب سوال ٿا پڇو؛ ڀلا هتي ڪير آهي جيڪو چاءِ نٿو پئي؟

اعجاز: خان صاحب ، اسانجو ملڪ رڳو ڪراچي ته نه آهي. ڪراچي ۾ جاين جي کوٽ سببان گهڻي آبادي هوٽلن ۾ ئي ٿي اٿي ويهي جنهن ڪري چاءِ جي طلب وڌندڙ آهي.

وڏن شهرن کان سواءِ، هوئن به سڄي ملڪ ۾ نوي سيڪڙو ماڻهو چاءِ نٿا پيئن ۽ جيڪڏهن پين به ٿا ته تمام ٿوري. سوال ته اهو ٿو پيدا ٿئي ته چاءِ نه پيئڻ ڪري انهن کي ڪهڙو روحاني يا جسماني نقصان ٿو پهچي؟ چڱا ڀلا ڏندا مشٽنڊا تندرست ۽ توانا آهن. ڳوٺن ۾ ته وڃي ڏسو ته کليل ڪليل سينن ۽ ڀريل ڀريل ٻانهن وارا نوجوان جن جي صحت ڏسيو دل خوش ٿيو ٿي وڃي ، چاءِ کي ڇهن به نٿا. لسي پين ٿا، کير پين ٿا ۽ پنهنجي صحت تي ناز ڪن ٿا. هڪ هي آهي جو چاءِ جا ڪوپن تي ڪوپ چاڙهي ٿو ۽ چار ڇڪون اڇيو ٿيون وڃنس ته پورا ٻه هفتا پلنگ تي پٽريو انفلوئنزا جو علاج ڪرائيندو رهي ٿو؛ لاحول ولاقوت.

بيگم: صحت ته منهنجي به انهي چاءِ خراب ڪري ڇڏي آهي. جڏهن کان ڪراچي ۾ آئي آهيان، هڪ ڏينهن به سک سان نه رهي آهيان .

ريحانه : اوهان ته هاڻي هاڻي چاءِ لاءِ ٿي چيو ، آٿيان بنائي.

بيگم : نه نه ، رهڻ ڏي . حريرو بنايان اوهان لاءِ ؟

اعجاز : رڳو مون لاءِ ڇا؟ اسين سڀئي پيئنداسين . وڏي مقوي شئي آهي . جي ها ! پر ٻڌ ، ٻڌ ته سهين ، ( پنيان ويندي ) پنجڻ وقت انهي ڳالهه جو خيال رکجانءِ ته ........ ڊاڪ منهنجو مطلب آهي ......

(آواز رفته رفته فيڊ آئوٽ ٿي ٿو وڃي.)

(بشڪريه ريڊيو پاڪستان ڪراچي)

( آنڊل صفحي ٢٠ کان )

### جولاءِ جي پهرئين اڌ ۾ آبادي جا ڪم

مئي ۾ مرچن جي ٻج پوکيل جو رونبو.

تماڪ جو ٻيجارو لڳائڻ.

ساريون وهر ڪرڻ.

آڌائين تماڪ جو لابارو.

### جولاءِ جو ٻيو اڌ

مئي ۾ مرچن جي ٻج پوکيل جو رونبو.

تماڪ جو ٻيجارو لڳائڻ.

### آگسٽ جي پهرئين اڌ ۾ آبادي جا ڪم

ساريون وهر ڪرڻ.

سانئي ڀاڻ وارا فصل ڳل تي ورن تہ پورجن.

جون ۾ پوکيل مرچن جي ٻج جو رونبو.

آڳاٽن مرچن جو چونڊو.

تماڪ جو ٻيجارو لڳائڻ.

آڳاٽي بصر لاءِ ٻج پوکڻ.

### آگسٽ جي ٻئي اڌ ۾ آبادي جا ڪم

سانئي ڀاڻ وارا فصل ڳل تي ورن تہ پورجن.

تماڪ جو ٻيجارو لڳائڻ.

آڳاٽن مرچن جو چونڊو.

آڳاٽي بصر جو ٻج پوکڻ.

سارين جو لابارو.

### سيپٽمبر جي پهرئين اڌ ۾ آبادي جا ڪم

ترن جو لابارو.

مئي واري پوکيل هيرڻ ۾ لابارو.

مانجهلي ڪانسواءِ ٻين دالين ۽ ڄوار ۾ لابارو.

آڳاٽن مرچن جو چونڊو.

تماڪ جو ٻيجارو لڳائڻ.

توريو ۽ ڄانيو پوکڻ.

پٽاٽن جو پوکڻ.

آڳاٽي بصر جو ٻيجارو پوکڻ.

ٻج واسطي بصرن جون ڳنڍيون پوکڻ.

سارين ۾ متر ڇٽي ڇڏڻ.

سارين جو لابارو.

### سيپٽمبر جي ٻئي اڌ ۾ آبادي جا ڪم

آمريڪي ونڻن جو چونڊو.

آن واري ڄوئر ۾ لابارو.

ٻاجهريءَ جو لابارو.

ترن جو لابارو.

مئي واري پوکيل هيرڻ ۾ لابارو.

توريو ۽ ڄانيو پوکڻ.

ڪڻڪ پوکڻ.

برسيم پوکڻ.

# ٻالڪ مان ٻالڪ ڦٽي- ٻارن جو ادب

[ فيچر ]

ڏالومل ”موتي“

## ڪوڙي شاهدي

ڪردار :

قاسم ...... هڪ پير مرد

تاجو
جمن
گلو
۽ ٻيا
} ننڍا ٻار

راوي: شهر کان ٻاهر ڪکائين جهوپڙيءَ ۾ پوڙهو قاسم ۽ ٣-٤ ٻار رهندڙ آهن. پٽ تي رليون وڇايون پيون آهن. پريان سرجي اڏڻ تي چمني ٻري رهي آهي. تاجو ۽ ننڍا ٻار پوڙهي قاسم جي چوڌاري ميڙ ڪيو ويٺا آهن.

تاجو:— ڏاڏا! اڄ آچر جي رات آهي. تو اسان سان اهڙو وعدو ڪيو هو ته هر ڪنهن آچر جي رات اوهانکي نئين آکاڻي ٻڌائيندس، سو ته ٻڌاءِ.

قاسم:— (گرانڙي پائڻ واري انداز ۾) پٽ! هينئر مونکي ننڊ ٿي اچي، سڀاڻي ٻڌائيندو سانءِ.

تاجو:— سڀاڻي سومر جي رات ٿيندي، اسان سويل اسڪول ويندا سين.

قاسم:— (ڪاوڙجي) روز روز اوهانجي گهپي منهنجي سر تان وينديئي ڪونه.

جمن:— (ڪرڪندي) ڏاڏا! ضرور ٻڌائڻي پوندءِ نه ته هينئر ئي ٿا وڃي ڪوهه ۾ ٽپو ڏيون، جلدي ٻڌاءِ نه.

قاسم:— بابا! ترسو. مونکي پيڙي ته پيئڻ ڏيو. ڏسو ته ڪيتري نه ڪنگهه اٿم!

راوي: قاسم ماچيس مان تيلي ڪڍي پيڙي دکائي پيئي ٿو.

تاجو:— (چرچي سان) ڏاڏا، تنهن جي معنيٰ ته توکي سنجهي مان ٿونڪار آهي، پوءِ سڄي رات وينو آهين؟

(سڀ ٻار کلن ٿا)

راوي: قاسم آکاڻي شروع ڪري ٿو—

قاسم: ”ٻاگي واهه جي پرسان گهاٽي جهنگ ۾ هڪ گدڙ ۽ بگهڙ رهندا هئا، ٻنهي جي پاڻ ۾ گهري دوستي هوندي هئي. هنن ٻنهي پاڻ ۾ اهڙو قول ڪري ڇڏيو هو ته ”شڪار سڀڪو جدا جدا مرضي مطابق ڪري باقي ڏکئي وقت هڪ ٻئي جي مدد ڪنداسين.

(ٿورو ڪنگهي، ساهي کڻي ٿو)

ننڍا ٻار:— بس ايتري آکاڻي....؟

قاسم:— آکاڻي وڏي آهي اوهين دلجاءِ ڪري ٻڌو.

جمن:— (گلو کي) آکاڻي ته مزيدار آهي.

گلو:— مونکي ته پسند ڪونه ٿي اچي. آءٌ ته هميشه جنن ۽ پرين جون آکاڻيون پسند ڪندو آهيان.

قاسم:— (سيش چئي ماٺ ڪري وهڻ جو اشارو ڪندي) ڪل ۽ مسخري کي ڇڏي ڏيو، ٻڌو.
”هڪ دفعي گدڙ شڪار جي گولا ۾ رلندو هڪ آباد ٽيل ايراضي ۾ اچي پهتو.

اوچتو سندس تيز نگاه هڪ اٺ تي پيئي جو ڪجهه چري رهيو هو. گدڙ اٺ کي ڏسي بيحد خوش ٿيو ۽ سندس گوشت کائڻ لاءِ دماغ کي زور ڏيڻ لڳو.

گدڙ:- (اٺ کي) ماما! تو مونسان گذريل سال زبان ڪئي هئي ته آءٌ چاڪ ٿيان ته توکي انعام ڏيان، سو ڏي.

اٺ (وائڙي ٿيڻ واري لهجي ۾) مون اهڙي ڪا به زبان ڪا نه ڪئي هئي، ۽ مون وٽ آهي ڇا، جو انعام ڏيئين؟

گدڙ:- واهه ڙي شير دل واهه! هاڻي ڦرين ٿو؟

اٺ:- ڪئي هيم ته ڪو شاهد اٿيئي.

گدڙ:- ها.

اٺ:- ته پوءِ ڪوٺي اچ ان کي.
(گدڙ وڃي ٿو.)

گدڙ (بگهڙ کي):- ماما، موج لڳي پئي آهي. شڪار قاسايو اٿم، بنهي جو ڏئو آهي. تون رڳو اٺ کي چئجان ته ها، تو زبان ڪئي هئي.

قاسم: گدڙ بگهڙ کي سڄي ڳالهه سمجهائي ڪوٺي آيو.

گدڙ (بگهڙ کي):- ماما، هن مونسان زبان نه ڪئي هئي ته مون کي دعا ڪر ته آءٌ چاڪ ٿيان ته توکي انعام ڏيان؟

بگهڙ (اٺ کي سخت لهجي ۾):- ها، ها. توئي ته زبان ڪئي هئي، ڏي، ڏي.

اٺ (ويچارو گهٻرائجي):- جيڪڏهن مون زبان ڪئي آهي ته وٺو.

بگهڙ (ايمان ۾):- وات کول ته زبان ڪڍان.

راوي: قاسم آکاڻي بند ڪري پڪو ورائي ٻڌي ٿو.

جمن (گلو کي روئڪهار آواز ۾):- اڙي... ويچارو ... اٺ ... (ننڍا ٻار سڀ عجب کائين ٿا.)

قاسم:- باقي آکاڻي سڀاڻي ٻڌائيندو سانءِ. ڏسو، ڪيترو نه وقت گذري چڪو آهي؟ هاڻي سمهي رهو.

راوي: قاسم آرس موڙي ٿو.

تاجو:- سڄي آکاڻي ٻڌاءِ نه ڏاڏا؟ ڏسو، ته ڪيتري نه آکاڻي مزيدار آهي. اسانکي سڀاڻي اڌ وسري ويندي.

(ٻيا ٻار سڀ تائيد ڪن ٿا.)

جمن:- ڏاڏا! پوءِ ويچاري اٺ کي ڇا ٿيو؟

قاسم:- "پوءِ ويچاري اٺ وات کوليو ۽ جيئن بگهڙ سندس زبان ڪڍڻ لاءِ پنهنجو وات اٺ جي وات ۾ وڌو تيئن اٺ ڏند پيڙي بگهڙ کي مٿي کنيو.

بگهڙ (گدڙ کي):- ماما! مٿي ٿو کڄان؟

گدڙ (خوشي ۾):- جيڪي ڪوڙيون شاهديون ڏيندا آهي اچا به مٿي کڄندا، ٻچا.

قاسم: ائين چئي گدڙ راهي ٿيو.

تاجو:- واهه، ڏاڏا، واهه.

واهه جي هئي ڪوڙي شاهدي.
سڀ ٻار ٽهڪ ڏين ٿا.

۽ ڪوڙي شاهدي، ڪوڙي شاهدي ڪندا پوڙهي قاسم کي چنيڙي پون ٿا.)

# پڙهندڙ نسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِ تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَ نَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَ نَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَ نَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَ نَ پاڻ هِڪَ ٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَ کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٿين، جيڪي بہ ڪٿين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‍ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي چوِ، چالاءِ ۽ ڪيئن جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَن پَن جو پڙلاءُ“.
ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)